## حصو «الف» گهڻ چونڊائتي سوال (۱۵)

**سوال نمبر ۱ ـ مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:** (۱۵)

### ( وائي نظم )

۱ جوڙ ڀائين جهان کي چئي ______ . (**ڪُن فيڪون** - اُن فيڪون - بن فيڪون)

۲ ڪوڙي دنيا ڪوڙا ______ ڏينهن مڙوئي ڏون. (نظارا - ڪنارا - **پسار** - ستارا)

۳ آهيون الف آسري، محمد ______ . (چيو سون - ٻُڌو سون - **مڃيو سون** - رکيو سون)

۴ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ______ع ۾ ڄائو. (۱۷۹۰ - ۱۶۹۰ - ۱۸۹۰ - ۱۸۹۹)

۵ شاهه عبداللطيف ڀٽائي سير ۽ سفر جو ______هو. (شوقين - **ڪوڏيو** - سياح - حامي)

۶ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام کي ______ چئبو آهي. (ڀٽائي جو رسالو - لطيف جو رسالو - **شاهه جو رسالو** - شاهه جو ڪتاب)

۷ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو ڪلام ______ جي رنگ ۾ رنگيل آهي. (**تصوف** - تجسس - تخليق - صوفيت)

۸ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ______ه ۾ وفات ڪئي. (۱۱۶۶ - ۱۱۶۵ - ۱۷۵۲ - ۱۱۶۲)

### ( نيڪي نظم )

۱ محمد صديق مسافر ______ ۾ ڄائو هو. (۱۸۷۸ - ۱۸۷۹ - ۱۸۷۶ - ۱۷۸۸)

۲ محمد صديق مسافر ______ زبان جو اعليٰ اديب ۽ شاعر هو. (اردو - عربي - فارسي - **سنڌي**)

۳ نظم نيڪي جي شاعر جو نالو ______ آهي. (سليم ڳاڙهوي - محمد رمضان - **محمد صديق مسافر** - ٻردو سنڌي)

۴ محمد صديق مسافر ______ع ۾ وفات ڪئي. (۱۹۶۱ - ۱۹۶۲ - ۱۹۶۳ - ۱۹۶۶)

۵ محمد صديق مسافر تعليمي کاتي ۾ ______ ٿي پرتي ٿيو. (ڪلرڪ - هيڊماستر - **ماستر** - ماهر)

### ( دُعا نظم )

۱ نظم دُعا جو شاعر ______ آهي. (سليم ڳاڙهوي - محمد رمضان - **فتح محمد سيوهاڻي** - محمد صديق مسافر)

۲ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ______ع ۾ ڄائو هو. (۱۸۹۰ - ۱۸۸۰ - ۱۸۷۰ - ۱۸۸۸)

۳ فتح محمد سيوهاڻي سيوهڻ جي ______ خاندان مان هو. (مُغل - **عباسي** - ٽالپر - ڪلهوڙا)

۴ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ______ع ۾ وفات ڪئي. (۱۹۳۲ - ۱۹۳۳ - ۱۹۳۴ - ۱۹۳۵)

۵ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ______ جو ڌنڌو اختيار ڪيو. (دُڪان - ڊاڪٽري - **حڪمت** - سونارڪو)

### ( سچل سرمست جا بيت نظم )

۱ سچل سرمست سن ______ع ۾ ڄائو هو. (۱۸۲۷ - ۱۷۳۹ - ۱۸۳۹ - ۱۷۳۰)

۲ سچل سرمست ______ زبانن ۾ شعر چيو آهي. (**ستن** - ڇهن - پنجن - چئن)

۳ سچل سرمست سن ______ع وفات ڪئي. (۱۸۲۷ - ۱۷۳۹ - ۱۸۳۹ - ۱۸۳۰)

۴ سچل سرمست جي مزار ______ جي ڳوٺ ۾ آهي. (راڻيپور - **درازن** - ڀٽ شاهه - خيرپور)

## ( ڏيئو نظم)

١ نظم ڏيئو جو شاعر ــــــــــ آهي. (سليم ڳاڙهوي - محمد رمضان - ليکراج **ڪشنچند عزيز** - محمد صديق مسافر)

٢ ڪشنچند عزيز جي شعرن جو مجموعو ــــــ جي نالي سان ڇپيل آهي. (پيغامات عزيز - **ڪليات عزيز** - ڪلمات عزيز - احڪامات عزيز)

٣ ڪشنچند عزيز جي مضمونن جو مجموعو ــــــ جي نالي سان ڇپيل آهي. (پيغامات عزيز - **ادبي آئينو** - ڪلمات عزيز - احڪامات عزيز)

## ( ٻڍايون سُک جو ڪو سنسار نظم)

١ ٻڍايون سُک جو ڪو سنسار جو شاعر ــــــــ آهي. (سليم ڳاڙهوي - محمد رمضان - **عبدالڪريم گدائي** - محمد صديق مسافر)

٢ عبدالڪريم گدائي ــــــ ع ۾ **جيڪب آباد** ۾ ڄائو هو. ( ١٩٠١ - ١٩٠٢ - ١٩٠٣ - ١٩٠٠ )

٣ عبدالڪريم گدائي ــــــ کاتي ۾ ملازمت ڪئي. (**پوسٽ** - صحافي - پوليس - تعليمي)

٤ عبدالڪريم گدائي جي شاعري جا ــــ مجموعا ڇپيل آهن. ( چار - **ٽي** - پنج - ست )

## ( نظم پيارا وطن)

١ نظم پيارا وطن جو شاعر ــــــــ آهي. (**سليم ڳاڙهوي** - محمد رمضان - ليکراج ڪشنچند عزيز - محمد صديق مسافر)

٢ سليم ڳاڙهوي جو اصل نالو ــــــ آهي. (الله ڏنو مهر - محمد رمضان - **الهورايو مهر** - الله وسايو مهر)

٣ سليم ڳاڙهوي ــــــ ع ۾ ڄائو هو. (**١٩١٥** - ١٩٢٥ - ١٩٣٥ - ١٩٣٣ )

٤ سليم ڳاڙهوي ــــــ ع ۾ وفات ڪئي. ( **١٩٨٨** - ١٩٨٦ - ١٩٨٧ - ١٩٨٣ )

5 سليم ڳاڙهوي ڳوٺ **ڳاڙهي** ضلعي ــــ ۾ ڄائو. ( سکر - جيڪب آباد - **خير پور** - راڻي پور)

## ( نظم هاري)

١ نظم هاري جو جوڙيندڙ ــــ ــــ آهي. (سليم ڳاڙهوي - **بردو سنڌي** - ليکراج ڪشنچند عزيز - سچل سرمست)

٢ محمد رمضان لاشاري (بردو سنڌي) ــــــ ع ۾ ڄائو هو. (**١٩١٥** - ١٩٢٥ - ١٩٢٢ - ١٩٣٣ )

٣ محمد رمضان لاشاري (بردو سنڌي) ڳوٺ ــــــ ڄائو هو. (ڳاڙهي - **ماڪن ڪوري** - ماڪن موچي - ماڪن ٻاچي )

٤ محمد رمضان لاشاري (بردو سنڌي) ــــ ع ۾ وفات ڪئي. ( **١٩٨٨** - ١٩٨٦ - ١٩٨٧ - ١٩٨٥ )

5 اکڙيون مينگهه ملهار ــــ جي شاعري جو مجموعو آهي. (سليم ڳاڙهوي - **بردو سنڌي** - ليکراج ڪشنچند عزيز - سچل سرمست)

## حجته الوداع وارو خطبو

١ حضور آخري حج ــــ سال جي ذوالحج مهيني ۾ ڪرڻ فرمايو. (نائين - **ڏهين** - يارهين - ٻارهين )

٢ عزت وارو فاجر ذليل آهي. ــــــــــ (فاسق - فاجر - **مومن** - منافق )

٣ اي انسانو پنهنجن ــــــــ جو خيال رکو. (ٻارن - عورتن - **غلامن** - يتيمن )

٤ حضور **عرفات** جي ميدان تي ــــ تي چڙهي خطبو ڏنو. (اُٺ - **ڏاچي** - گهوڙي - پيٽ)

5 ــــ جي معاملي خدا وند تعالي کان ڊڄندا رهجو. ( ٻانهن - **عورتن** - يتيمن - ٻارن )

سنڌي نوٽس (لکندڙ: عابد حُسين ڪوکر) درجو: نائون

٦ ديني حڪمن جي ________ ڪريو. (فرمانبرداري - عمل - **اطاعت** - پيروي)

٧ سڀ انسان ________ جي اولاد آهن. (**آدمؑ** - محمدؐ - ابراهيمؑ - حضرت نوح عہ)

٨ مذهب ۾ ________ کان ڏجندا رهجو. (فرقہ پسندي- گروهہ پسندي- **انتها پسندي**- منصوبہ بندي)

٩ **پيءُ** جي ڏوهہ لاءِ ________ ذميوار نہ آهي. (پياءُ - پُٽ - چاچو - مامو)

١٠ ________ قرض پيري ڏيڻ لاءِ بڌل آهي. (امانت دار- ضامن - ديانت دار- ايمان دار)

١١ پاڻ سڳورن ﷺ ________ چاليهہ هزار مسلمانن جي جماعت سان آخري حج ادا ڪيو. (**هڪ لک** - ٻہ لک - ٽي لک - چار لک)

## (حضرت سلمان فارسيؓ)

١ حضرت سلمان رضہ ________ جي ڳوٺ جو رهاڪو هو. (ايران - عراق - **اصفهان** - شام)

٢ ايران ۾ ان وقت ________ مذهب جو روز هو. (**زرتشت** - عيسائي - اسلام - بت پرست)

٣ حضرت سلمان واٽ تي عيسائين جون ________ ڏٺيون. (مندر- مسجدون - **ڪليسائون** - عمارتون)

٤ حضرت سلمان کي ________ تان موٽندي دير ٿي وئي هئي. (بازار- **ٻني** - آفيس - شهر)

٥ حضرت سلمان رضہ کي ________ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. (**مداين** - اصفهان - مديني - مڪي)

٦ حضرت سلمان رضہ سن ________ هجري ۾ وفات. (٣٨ - ٨٠ - ٣٧ - ٣٦)

٧ حضرت سلمان جو والد هڪ ________ هو. (واپاري - **هاري** - دُڪاندار- شاهوڪار)

٨ زرتشت مذهب ۾ ________ جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. (بُتن - **باهہ** - سج - سورتين)

٩ حضرت سلمان رضہ کي والد ________ سان ٻڌي ڇڏيو. (رسي - دروازي - **زنجيرن** - ڏوري)

١٠ ________ ملڪ **عيسائي** مذهب جو مرڪز هو. (ايران - عراق - **شام** - افغانستان)

١١ ________ جي خلافت ۾ حضرت سلمان کي **مداين** جو گورنر مقرر ڪيو ويو. (**حضرت عمرؓ**- حضرت عثمانؓ- حضرت عليؓ- حضرت ابوبڪرؓ)

## (حضرت امام جعفر صادق)

١ امام جعفر سن ________ هجري ۾ ڄاوا هئا. (١٣٨ - ٨٠ - ٣٧ - ٩٠)

٢ امام جعفر جي والد جو نالو ________ آهي. (امام زين العابدين - امام حُسين - **امام باقر**- امام حسن)

٣ ابو موسيٰ جابر بن حيانؒ ________ جا مشهور شاگرد هئا. (امام شافعيؒ - امام مالڪؒ- **امام جعفر**- امام غزالي)

٤ نماز دين جو مضبوط ________ آهي. (ڪوٽ - قلعو - **ٿنڀو** - دروازو)

٥ جيڪو شخص ٻين لاءِ ________ کوٽي ٿو، اُهو پاڻ اُنهي ۾ ڪرندو. (کڏ - زمين - واهہ - کاهي)

٦ امام جعفر عہ سن ________ هجري ۾ وفات ڪئي. (١٣٨ - ٨٠ - ٣٧ - ٩٠)

٧ جيڪو شخص ________ جي صحبت اختيار ڪري ٿو،سو ذليل ٿئي ٿو. (چرين - سياڻن - **بيوقوفن** - جاهلن)

٨ امام جعفر جو نسبي سلسلو ۾ ــــــ پيڙهي ۾ **حضرت علي** سان ملي ٿو. (ٽئين - **چوٿين** - پنجين - ڇهين)

٩ امام جعفر جي ڏاڏاجو نالو ــــــــــــ آهي. (**امام زين العابدين** - امام حُسين - امام باقر - امام حسن)

١٠ حضرت امام مالڪؒ ــــــــــــ جا مشهور شاگرد هئا. (امام شافعيؒ - امام ابو حنيفهؒ - **امام جعفر** - امام غزالي)

١١ فقهہ حنفي جو باني ــــــــــــــــ آهي. (امام شافعيؒ - امام مالڪؒ - **امام ابو حنيفهؒ** - امام غزالي)

١٢ امام جعفر صادق دين جا وڏا عالم ۽ ــــــــــ هئا. (مفتي - مولوي - **فقيهہ** - حافظ)

## (قائد اعظم جا ارشاد)

١ تعليم پڪيڙڻ لاءِ وڏي قرباني ڏيڻ کان ــــــــــــ نہ گهرجي. (شرمائڻ - **ڪيبائڻ** - گهبرائڻ - گُسائڻ)

٢ شاگرد مستقبل جا ــــــــــــــ هوندا آهن. (اَڳواڻ - **معمار** - رهبر - رهنما)

٣ دنيا ۾ اوهان جي ــــــــــ کان وڌيڪ ٻي ڪا شي نہ آهي. (دل - دماغ - **ضمير** - همت)

٤ پنهنجي **شخصيت** ۾ ــــــــــــــــ پيدا ڪريو. (تحمل - بُردباري - **نظم و ضبط** - همت)

٥ اوهان کي ڪنهن بہ قسم جي ــــــــ جو شڪار نہ ٿيڻ گهرجي. (لالچ - **دٻاءُ** - رشوت - طاقت)

٦ اوهان کي ــــــــــ ماڻهن جي بهبودي لاءِ پاڻ پتوڙڻ گهرجي. (امير - **غريب** - طاقتور - ڪمزور)

٧ مان توهان کي ــــــ عمل ۾ مصروف رهڻ جي تاڪيد ٿو ڪريان. (سياسي - **تعليمي** - سماجي - سازشي)

٨ ــــــــــــــــ توهان کي سڀ ڪجهہ ڏنو آهي. (قانون - **قدرت** - سياستدانن - اَڳواڻ)

٩ قائد اعظم شاگردن کي ــــــــــــــــــ ڪئي آهي. (هدايت - گذارش - فرمائش - **نصيحت**)

١٠ قائد اعظم سرڪاري ملازمن کي ــــــــــــ ڪئي آهي. (**هدايت** - گذارش - فرمائش - نصيت)

١١ پنهنجي قوم جي سچي خدمت ڪندا رهو ۽ ــــــــ وڌندا هلو. (پوئتي - ساهمون - **اَڳتي** - پُٺتي)

## (اتحاد،تنظيم ۽ يقين محڪم)

١ قومن جي ترقي ۽ تنزل، ڪمال ۽ زوال جو دارومدار ــــــ تي آهي. (**اتحاد** - تنظيم - يقين محڪم - طاقت)

٢ ــــــــ اُهو روح آهي جيڪو قومن کي حياتي ۽ تازگي بخشي ٿو. (طاقت - تنظيم - **اتحاد** - عمل)

٣ اسلام ۾ ــــــــــــــ کي خاص اهميت ڏنل آهي. (**اتحاد** - تنظيم - يقين محڪم - همت)

٤ قومن جي ترقي لاءِ اتحاد کان پوءِ ــــ جي بہ ضرورت هوندي آهي. (اتحاد - **تنظيم** - يقين محڪم - عمل)

٥ تُرڪي جو عظيم رهنما ــــــــــــــــــــ هو. (قائداعظم - **ڪمال اتاتُرڪ** - گاندهي - ياسرعرفات)

٦ ترقي حاصل ڪرڻ لاءِ هميشه ــــــــ جي ضرورت هوندي آهي. (اتحاد - تنظيم - **عمل** - اتحاد)

٧ جنهن قوم ۾ ــــــــــــ ۽ ڦٽاڙو هوا ها **نست ۽ نابود** ٿي وئي. (پيار - **نفاق** - اتفاق - اتحاد)

٨ قرآن شريف ۾ ارشاد آهي تہ الله جي ــــ کي مضبوطي سان پڪڙيو. (ڏوري - دروازي - **رسي** - زنجير)

٩ هر ڪنهن قومي عمل يا ارادي جي پورائي لاءِ رٿابندي ۽ ــــــ ضرورت هوندي آهي. (اتحاد - **تنظيم** - همت - نظم وضبط)

١٠ ننڍي کنڊ پاڪ وهند جو مسلمان رهنما ــــــــــ هو. (گاندهي - لياقت علي خان - **قائداعظم** - سر سيد احمد خان)

١١ هن وقت قوم نهايت نازڪ ــــــــ مان گذري رهي آهي. (مسئلن مان - **دورمان** - رستي مان - حملن مان)

## (مولانا دين محمد وفائي)

١ مولانا وفائي ــــــــع جائو هو. ( ١٩٥٠ - ١٨٩٤ - ١٩٥٥ - ١٩٩٤)

٢ مولانا وفائي ذات جو ــــــــ هو. ( پنو - پني - سومرو - ڪلهوڙو)

٣ مولانا وفائي جي والد جو نالو ــــــــ آهي. (گُل محمد - گل حسن - گُل احمد - محمد گل )

٤ الوحيد اخبار ــــــــع جاري ٿي. ( ١٩٣٦ - ١٩٢٣ - ١٩٢٠ - ١٩٢٢ )

٥ توحيد رسالو ــــــــع ۾ جاري ٿيو. ( ١٩٣٦ - ١٩٢٣ - ١٩٢٠ - ١٩٢٢ )

٦ سن ــــــــع ۾ سنڌ بمبئي کان جدا ٿي. ( ١٩٣٦ - ١٩٢٣ - ١٩٢٠ - ١٩٣٩ )

٧ مولانا عبيدالله سنڌي ــــــــع ۾ سنڌ واپس آيو. ( ١٩٣٦ - ١٩٣٩ - ١٩٢٠ - ١٩٢٢ )

٨ سنڌ آزاد نمبر ــــــــع ۾ شائع ٿيو. ( ١٩٣٦ - ١٩٢٣ - ١٩٢٠ - ١٩٣٩ )

٩ مولانا وفائي ــــــــع ۾ وفات ڪئي. ( ١٩٥٠ - ١٨٩٤ - ١٩٥٥ - ١٩٣٨ )

١٠ مولانا وفائي ــــــــ جماعت سنڌ جو ناظم مقرر ٿيو. (جماعت اسلامي - دعوت اسلامي - جمعيت العلماء - جمعيت اسلام)

١١ ــــــــ اخبار جو مالڪ شيخ عبدالعزيز آهي. (الوحيد - الحق - ڪاوش - عبرت)

١٢ مولانا وفائي ــــــــ رمضان المبارڪ جائو هو. ( ١ - ٢٠ - ٢٧ - ٢٩ )

١٣ خلافت تحريڪ ١٩٢٠ع ۾ ــــــــ شهر ۾ منعقد ٿي. (حيدرآباد - ڪراچي - لاڙڪاڻي - سکر)

١٤ مولانا وفائي جي ــــــــ ورهين جي ڄمار ۾ هئي ته سندس والد جو سايو سر تان کڄي ويس. (ستن - ائن - ڏهن - نون)

١٥ مولانا وفائي ــــــــ ڪتاب پڻ لکيا آهن. (ويهارو - ڏهاڪو - ٽيهارو - پندرهن)

## (مائي خيري)

١ مائي خيري ــــــــ جي راڻي هئي. (مير مُراد خان - مير صوبدار خان - مير حاڪم خان - مير نصير خان)

٢ مائي خيري جو اصل نالو ــــــــ هو. (زيب النساء - قمر النساء - خير النساء - مهرالنساء )

٣ ميرن جي حڪومت ۾ فارسي ءَ ــــــــ جي تعليم رائج هئي. ( عربي - سنڌي - اردو - انگريزي )

٤ مائي خيري کي ــــــــ ڪرڻ ۾ ڏاڍي خوشي ٿيندي هئي. ( عبادت - خيرات - هجرت - نفرت )

٥ مائي خيري کي مسجدن ۽ ــــــــ نهرائڻ جو ڏاڍو شوق هو. (گهر - اسڪول - مدرسا - اوطاق)

٦ مائي خيري جو حيدرآباد ۾ ــــــــ يادگار آهي. ( شاهه فيصل مسجد - ڦراڪي مسجد - قبائين مسجد - شاهه جهان مسجد)

٧ مائي خيري سن ــــــــ هجري ۾ وفات ڪئي. ( ١٢٧٣ - ١٢٧٢ - ١٢٧٤ - ١٢٧٦ )

٨ مائي خيري جو مقبرو ــــــــ ۾ آهي. (خُدا آباد - حيدر آباد - جيڪب آباد - هالا )

٩ مائي خيري ــــــــ رمضان المبارڪ ۾ وفات ڪئي. (پهرين - ستاويهه - اناويهه - ٻاويهه)

١٠ دنيا جي شان وشوڪت، دولت ۽ عزت کي ــــــــ ڪونهي. (ستاءُ - لقاءُ - جَناءُ - نماءُ)

## (هنر دولت اهي)

١ هڪڙي ڳوٺ ۾ هڪ ________ رهندي هئي.  ( چوڪري - **بيوه** - عورت - مائي )

٢ بيوه پنهنجي پٽ کي هنر سيکارڻ لاءِ ____ وٺي وئي.  (بازار - ڳوٺ - **شهر** - گهر )

٣ بيوه پنهنجي پٽ کي ____ ڪاريگر وٽ وٺي وئي.  ( **واڍي** - لوهار - سونار - درزي)

۴ واڍي <u>**واهولي**</u> سان ڪاٺ جا ________ پئي لاٿا.  ( **ڇوڏا** - توتا - لام - ٻُنڊ)

۵ واڍي ڪاٺ کي اهڙوته لسو ڪري ڇڏيو، جو اُن تان ____ ٻه ترڪي ٿي وئي.  (ٻلي - **ماڪوڙي** - جهرڪي - مک )

٦ مائي اُهو ____ ڏسي سمجهي وئي ته هي ڪوڏو ڪاريگر ٿو ڏسجي.  (تماشو - نماءُ - **لقاءُ** - جتاءُ)

۷ ڇوڪري اُٺ جي هڏن مان ________ ٺاهيا.  ( رانديڪا - **چانور** - بادام - داڻا )

٨ ڪوٺي جي وچ تي هڪ وڏو ________ پيو هو.  ( ٻُنڊ - ٿُڙ - ڇوڏو - لام)

٩ ڇوڪري اُهي چانور ________ کي ڏنا.  ( شهزادي - ماءُ - **ٻانهي** - ڏاڏي )

١٠ واڍي صبح جو ڇوڪري کي ________ ڏٺائين.  ( **جيئرو** - مُوئل - بي هوش - غائب)

١١ واڍي ڇوڪري کي ________ ۾ بند ڪري ڇڏيو.  (گهر - اوطاق - **ڪوٺي** - قلعي)

١٢ ڇوڪرو هلندو هلندو هڪڙي ________ ۾ پهتو.  (شهر - اسڪول - **رڻ** - اوطاق)

١٣ سياڻن سچ چيو آهي ته ________ هڪ دولت آهي.  (بهادري - **هنر** - عقل - طاقت)

## (خط)

١ خط لکڻ جي شروعات ________ سان ڪرڻ گهرجي.  (ادب - **بسم الله** - عبارت - ماشاالله )

٢ پنهنجي ائڊريسن خط جي ________ پاسي لکڻ گهرجي.  ( ڪابي - **ساڄي** - پاسيري - سامهين )

٣ خط جنهن ڏانهن لکبو آهي، ان جي مخاطب ٿيڻ واري ڀاڱي کي ____ چئبو آهي.  ( شروعات - عبارت - **سرو** - سٽ)

۴ خط جي جنهن ڀاڱي ۾ حال احوال ڏبو آهي، ان کي ____ چئبو آهي.  ( شروعات - **عبارت** - سرو - سٽ)

۵ گذريل موڪلن ۾ اسين توهان وٽ ____ گهمڻ آيا هئا سين.  (حيدرآباد - **لاڙڪاڻي** - سکر - ڪراچي)

٦ سنڌ جو قديم آثار وارو شهر ________ آهي.  (موسل جي ماڙي - هڙپا - **موئن جو دڙو** - عمر ڪوٽ جو قلعو)

۷ هن سرزمين جا ماڻهو <u>پنج هزار</u> سال اڳ به ڪيڏا نه ____ هئا.  ( بيوقوف - چريا - **ڏاها** - سياڻا)

٨ اسان جي شهرن جي ____ ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي وڃي.  ( **آدم شماري** - بي روزگاري - آبادي - ٽرئفڪ)

٩ هاڻي منهنجي ____ صحيح ٿي وئي آهي.  (**سنڌي** - اردو - انگريزي - عربي)

## (بين الاقوامي عدالت)

١ دائمي عدالت ــــــــــــــــع ۾ قائم ڪئي وئي هئي. (١٩٢١ - ١٩٣٦ - ١٩٣٩ - ١٩٢٢)

٢ بين الاقوامي عدالت جو پهريون اجلاس ــــــــع ۾ ٿيو. (١٩٢١ - ١٩٣٦ - ١٩٣٩ - ١٩٣٥)

٣ بين الاقوامي عدالت ۾ ــــــــ جج هوندا آهن. (ڏهه - ويهه - **پندرهن** - ٻارهن)

٤ ويڙهه ۽ جنگ ۾ جان ۽ مال جو تمام گهڻو ــــــ ٿيندو آهي. (فائدو - **نقصان** - ٽوٽو - رتو چاڻ)

٥ بين الاقوامي عدالت جو صدر مقام ــــــ ملڪ ۾ آهي. (روس - آمريڪا - **هالنڊ** - چين)

٦ بين الاقوامي عدالت جو صدر مقام ــــــ شهر ۾ آهي. (شڪاگو - سينگاپور - **هيگ** - پئرس)

٧ ويڙهه ۽ تڪرار جي نبيري جا ــــــ رستا هوندا آهن. (ٻه - ٽي - چار - پنج)

٨ بين الاقوامي عدالت جا جج ــــ ورهين جي مدي لاءِ چونڊيا ويندا آهن. (ڇهن - اٺن - **نون** - ڏهن)

## (اجرڪ)

١ ــــــــ سنڌ جي ثقافت جي سڃاڻ ۽ سوکڙي آهي. (ٽوپي - پڳ - **اجرڪ** - رلي)

٢ عربن اجرڪ کي ــــــــ جي نالي سان سڏيو آهي. (اجرڪ - چادر - **ازرق** - مفرل)

٣ ازرق جي معني آهي ــــــــ رنگ. (**نيرو** - سائو - ڳاڙهو - ڪارو)

٤ اجرڪ جي تياري ۽ ڇپائي ــــــــ جو خاص هنر آهي. (پنجاب - بلوچستان - **سنڌ** - سرحد)

٥ اجرڪ ــــــ مختلف مرحلن مان گذري مڪمل ٿئي ٿي. (سورهن - **چوڏهن** - پنج - پندرهن)

٦ اجرڪ جي ڇپائي جا ــــــ مرحلا هوندا آهن. (سورهن - چوڏهن - **پنج** - پندرهن)

٧ ڊزائين ۽ رنگ جي لحاظ کان اجرڪ جا قسم ــــ کان به مٿي آهن. (چوڏهن - سورهن - **ڏهن** - پندرهن)

٨ اجرڪ جا ــــــــ رنگ ٿيندا آهن. (**چار** - پنج - ڇهه - ٽي)

٩ اجرڪ لاءِ هر ڪ ۽ ــــــ جو ڪپڙو استعمال ٿيندو آهي. (ريشمي - ڪاٽن - **پاپلين** - بافتي)

١٠ اجرڪ سنڌ جي ثقافت جي هڪ اهم ــــــــ آهي. (نشاني - **علامت** - سڃاڻ - ڪاروبار)

١١ اجرڪ جي تياري ۾ اٽڪل ــــ مصالحا استعمال ٿين ٿا. (چوڏهن - **سورهن** - ڏهن - پندرهن)

١٢ اجرڪ جي تياري ۾ اٽڪل ــــ سؤ پيرا پور لڳن ٿا.. (پندرهن - ارڙهن - ٻاويهه - **پنجويهه**)

١٣ پاڪ سڳورا ﷺ جن جيڪا چادر اوڍيندا هئا، اُها ــــــ هئي. (رلي - شال - **اجرڪ** - چادر)

## (ميرن جي دربار)

١ مير مراد علي خان جي علاج لاءِ ڊاڪٽر برنس ____ ع ۾ سنڌ آيو. (١٨٢٧ - ١٨٢٨ - ١٨٢٩ - ١٨١٧)

٢ ميرن جي دربار جو ذڪر برنس پنهنجي ______ ۾ ڪيو آهي. (ڪتاب - تاريخ نامي - **سفرنامي** - هدايت نامي)

٣ تاريخ **٢٠ نومبر** تي ڊاڪٽر جيمس برنس ______ شهر پهتو. (ڪراچي - ٺٽو - **حيدرآباد** - سکر)

٤ قلعي ۾ ______ ڪونه هو **سانت** لڳي پئي هئي. (**گوڙ** - شور - هنگامو - نظم وضبط)

٥ ڀتين تي ______ چٽ هئا. (**ڪمانگري** - نشانگري - گُلڪاري - سهڻا)

٦ گادي تي **پٽ** ۽ ______ جو ڪم ٿيل هو. (ڌاڳي - **ذري** - چمڪاري - ريشم)

٧ قلعي جي اندر وڏن سرغولن جا ______ دروازا هئا. (ٻه - **ٽي** - چار - پنج)

٨ ميرن جي دربار ۾ هرجاءِ صفائي ۽ سنائي ۾ ______ هئي (**بي مثال** - شاندار - لاجواب - عاليشان)

## (ڪينجهر ڍنڍ)

١ ڪينجهر لفظ جي معنيٰ آهي ______. (ٺوراٺي - **گهٽائي** - گهٽتائي - ويڪرائي)

٢ ڪينجهر هڪ ______ هو. (هاري - واڍو - **مهاڻو** - لوهار)

٣ ڪينجهر هڪ بهترين ______ آهي. (سيرگاهه - **تفريح گاهه** - عيد گاهه - عبادت گاهه)

٤ ڪينجهر هڪ پراڻي ۽ تاريخي ______ آهي. (**ڍنڍ** - واهه - ڪُنب - درياءُ)

٥ ڪينجهر جي چوڌاري اڳي وڏيون وسنديون ۽ ______ آباد هئا. (گهر - شهر - **ڳوٺ** - بازار)

٦ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪينجهر جو ذڪر سُر ______ ۾ ڪيو آهي. (سسئي - **ڪاموڏ** - ڪلياڻ - ڪيڏارو)

٧ ميربحرن جو ______ قبيلو ڪينجهر ۽ سونل جو اولاد آهي. (ميراڻي - سولنگي - **گندرا** - سلاح)

٨ سنڌ جي رومانوي داستان ______ جو تعلق به هن ڍنڍ سان آهي. (سسئي پنهون - عمر مارئي - مومل راڻو - **نوري جام تماچي**)

٩ ڪينجهر ڍنڍ کي سنڌ ۾ ______ لحاظ کان هڪ خاص اهميت حاصل آهي. (سماجي - ثقافتي - معاشي - علمي)

١٠ هتي ______ ٻهه، پٻڻ، ڪُم ۽ لوڙهه به جام ٿين ٿا. (گل - ڪنول - متر - **پوراني**)

١١ ڪينجهر ڍنڍ مان ساليانو ______ رپين مڇي ڦاسائي وڃي ٿي. (**لکن** - هزارن - سون - ڪروڙن)

١٢ سنڌ جي راڻي نوري جي قبر ______ ڍنڍ ۾ آهي. (منڇر - ڪراڙ - **ڪينجهر** - سونهري)

١٣ هن بزرگ (**هونڊڙي شاهه**) جي پيراندي ۾ سنڌ جي راڻي ______ جي قبر آهي. (سسئي - مومل - **نوري** - مارئي)

## (سنڌي ادب جي مختصر تاريخ)

۱ عربن جي دور ۾ **قرآن شريف** جو ______ زبان ۾ ترجمو ٿيو هو. (اردو - فارسي - **سنڌي** - پنجابي)

۲ عربن جي دور کان پوءِ ______ جو دور شروع ٿيو. ( **سومرن** - ڪلهوڙن - سمن - ارغونن )

۳ سومرن جو دور اٽڪل ______ کان شروع ٿيو. (۱۰۵۰ - ۱۰۶۰ - ۷۲۵ - ۱۰۵۲)

۴ سومرن کان پوءِ ______ جو دور شروع ٿيو. ( ٽالپرن - ڪلهوڙن - **سمن** - عربن )

۵ سمن جي دور جو اهم شاعر ______ هو. (سامي - **قاضي قاضن** - سچل سرمست - شاهه عبدالڪريم)

۶ سمن کان پوءِ ______ ، ترخانن ۽ مغلن جو دور شروع ٿيو. ( سومرن - **ارغونن** - سمن - ترخانن )

۷ سن ______ ع ۾ مخدوم ابوالحسن سنڌي رسم الخط لکي. (۱۷۰۰ - ۱۸۰۰ - ۱۶۰۰ - ۱۷۰۷)

۸ مخدوم ابوالحسن ______ نالي ڪتاب لکي. (اشرف المخلوقات - **مقدمته الصلواه** - بين العارفين - قوت العاشقين)

۹ ڪلهوڙن جو دور ______ ع کان شروع ٿيو. (۱۷۰۰ - ۱۷۸۲ - ۱۷۰۷ - ۱۷۰۸)

۱۰ ڪلهوڙن جي دور جو عظيم شاعر ______ آهي. (سامي - قاضي قاضن - **حضرت شاهه عبداللطيف** - حضرت سچل سرمست)

۱۱ ڪلهوڙن کان پوءِ ______ جو دور شروع ٿيو. ( **ٽالپرن** - ڪلهوڙن - سمن - انگريزن)

۱۲ ٽالپرن جو دور ______ ع ۾ شروع ٿيو. (۱۷۰۰ - **۱۷۸۲** - ۱۷۰۷ - ۱۷۸۰)

۱۳ سن ______ ع ۾ **انگريزن** سنڌ تي قبضو ڪيو. (۱۷۰۰ - **۱۸۴۳** - ۱۸۴۴ - ۱۷۳۵)

۱۴ انگريزن جي دور جو اهم شاعر ______ هو. (**سامي** - سچل سرمست - **قادر بخش بيدل** - مير عبدالحسين سانگي)

۱۵ قادر بخش بيدل ______ ع ۾ وفات ڪئي. (**۱۸۷۲** - ۱۸۸۲ - ۱۸۸۳ - ۱۷۸۰)

۱۶ ٽالپرن جي دور جو اهم شاعر ______ هو. (سامي - قاضي قاضن - حضرت شاهه عبداللطيف - **حضرت سچل سرمست**)

۱۷ سيد ثابت علي شاهه ______ واري صنف ۾ شعر چيو آهي. (ڪافي - غزل - **مرثيي** - وائي)

۱۸ انگريزن جي دور ۾ ______ شاعري جو بہ رواج پيو. (مثنوي - غزل - **اصلاحي** - سماجي)

۱۹ شاعري ذريعي مسلمانن کي ______ جو پيغام ڏنو ويو. (توحيد - جهاد - **سچائي** - نماز)

## ( رڌپچاءُ )

۱ ڪاڌي کان پهريائين ڳالهہ ______ آهي. (وقت جي پابندي - **صفائي** - سنيال - وقت جي اهميت)

۲ رڌڻو هميشہ ______ اڇو اجرو هجي. (**ٻهاريل** - سينگاريل - سجايل - وڇايل)

۳ رڌ پچاءَ ۾ ڪاڌي پيتي جي ٿانون کي ______ سان سلي صاف ڪجي. ( واري - **ڇار** - صابڻ - صرف)

۴ سٺي رڌپچاءُ لاءِ ٽئين ضروري ڳالهہ آهي ______. (**وقت جي پابندي** - صفائي - سنيال - وقت جي اهميت)

۵ ڪاڌي ۾ ______ جو بہ پورو اندازو هجي. (مصالي - مرچ - **لوڻ** - گيهہ)

۶ ڇوڪرين کي ٻين هنرن سيکارڻ سان گڏ ______ بہ سيکاريو وڃي. (ڀرت - سلائي - **رڌپچاءُ** - رلي ٽاهڻ )

۷ سٺي رڌپچاءُ لاءِ ٻي ضروري ڳالهہ آهي ______. (وقت جي پابندي - صفائي - **سنيال** - وقت جي اهميت)

۸ رڌڻي کي مهيني ٻن کان پوءِ ______ ضرور ڏجي. (چونو - ٻهارو - **ليپو** - پوچو)

۹ ڪاڌو هميشہ ______ تيار ڪرڻ گهرجي. (وقت کان اڳ - **وقت تي** - وقت کان پهريان - وقت کان پوءِ)

## ( پهتہ پارھن )

١ ارشد سليم پاڻ ۾ ———— هئا . ( يائر - دشمن - **دوست** - سنگتي)

٢ سليم پنهنجي پيءُ سان ———— سنيالڻ لڳو. ( ڪاروبار - **بنيون** - دُڪان - اوطاق )

٣ نوڪري ۾ ———— تہ ٿيندي رهندي آهي . ( **بدلي** - ريٽائرمنٽ - پريشاني - ترقي)

٤ ارشد جڏهن ڳوٺ پهچي ٻنين تي پهتو تہ اُتي ———— ڏٺائين . ( **ويراني** - سُنساني - آبادي - شادابي)

٥ ارشد کي سليم جي خط نہ لکڻ تي ———— ٿي . ( فڪر - پريشاني - **ڳڻتي** - خوشي)

٦ ارشد ڏٺو تہ سليم ڏاڍو ———— هو . (پريشان - **گهبرايل** - ستايل - ڪاوڙيل )

٧ ———— ڳوٺ جو سُک ، امن ۽ خوشيون ختم ڪري ڇڏيون هيون . (چورن - پوليس وارن - **ڌاڙيلن**-وڏيرن)

٨ ڳوٺاڻا مڪمل طور تي ———— جي رحم و ڪرم تي هئا . (چورن - پوليس وارن - **ڌاڙيلن** - وڏيرن)

٩ ٻڌي ۽ ايڪي سان همت ۽ بهادري سان انسان ———— بہ ڏاري سگهي ٿو . (جبل - پهاڙ -**ڏونگر** - ٽڪر)

١٠ ارشد ۽ سليم ڪيڏندي پڙهندي ٻنهي ———— پاس ڪيو . (انٽر - بي اي - **مئٽرڪ** - ايم اي)

## ( نصرپور )

١ نصر پور ———— ضلعي ۾ آهي . (**حيدرآباد** -سٽياري - ٽنڊوالهيار - ڪراچي)

٢ نصر پور ٽنڊي الهيار کان ———— ميلن جي مفاصلي تي آهي . (٦ - ٧ - ٨ - ٢)

٣ نصر پور ———— جي ڪناري آباد هو . (راوي - **سندو درياء** - چناب - ستلج)

٤ ڪلهوڙن جي آخري ڏينهن ۾ نصر پور ۾ ———— قرلٽ ڪئي . (همت خان ٻناڻ-حشمت خان ٻناڻ-**محمد خان ٻناڻ** - امداد خان ٻناڻ)

٥ ڪافي جو بادشاه ———— کي چيو وڃي ٿو . (**مصري شاه** - شاه عنايت - ثابت علي شاه - شاه لطيف)

٦ نصرپور جا ———— بہ مشهور آهن . (رس ملائي - حلوو - **کير پڙا** - پيزا)

٧ سنڌ جو ڏاهو ———— بہ نصر پور شهر جو هو . (جُمن فقير - الڻ فقير - **وتايو فقير**-حمل فقير)

٨ نصر پور شهر ———— مهاڻي بڌايو هو . (**نصير** - امير - وسير - نظير)

٩ قرارقي مسجد نصير مهاڻي جي ياءُ قرار خان ———— هئي . (نهرائي - **جوڙائي** - يجرائي - پچرائي )

١٠ اڄ بہ نصر پور ———— ۽ ڪاڏي جو وڏو مان آهي . (ڪپڙن - اجرڪن - **ڪيسن** - چادرن)

١١ ڪلاسيڪل شاعري جو وڏو شاعر ———— تي گذريو آهي. (مصري شاه - **شاه عنايت** - ثابت علي شاه - شاه لطيف)

## ( جھڙو راڄ تھڙو ياڳ)

| | | |
|---|---|---|
| ١ | بادشاھ پھريون پيرو خواب ۾ ____________ ڏٺي. | (ڍڳي - **لومڙي** - ترار - نانگ) |
| ٢ | ڪڙسي کي خوابن جو تعمير ____________ ٻڌايو. | (لومڙي - **نانگ** - شينھن - گدڙ) |
| ٣ | بادشاھ ٻيو پيرو خواب ۾ ____________ ڏٺي. | (ڍڳي - لومڙي - **ترار** - نانگ) |
| ٤ | ڪڙسي چيو تہ بادشاھ سلامت! ____ هڪ دغا باز، بزدل ۽ مڪار جانور آهي. | (**لومڙي** - نانگ - پولڙو-گدڙ) |
| ٥ | بادشاھ ڪڙسي کي هڪ ____________ بہ تحفي ۾ ڏني. | (**ترار** - اجرڪ - خنجر - چاقو ) |
| ٦ | بادشاھ ٽيون پيرو خواب ۾ ____________ ڏٺي. | (**ڍڳي** - لومڙي - ترار - نانگ) |
| ٧ | سنڌي ۾ چوٽي آهي تہ جھڙو راڄ تھڙو **ياڳ**، جھڙو راجا تھڙي ____. | (عوام - رعيت - **پرجا** - سماج) |
| ٨ | مُلڪي حالتن جو اثر ____________ تي پوندو آهي. | (**عوام** - ثقافت - ملڪ - سماج) |
| ٩ | ڪڙسي چيو جيئندا قبلا ________ جو ڪم آهي خونريزي ڪرڻ. | (قلم - ڪتاب - **ترار** - تير) |

### حصو «ب» مختصر سوالن جا جواب (٣٦)

### سوال نمبر ٢: هيٺين مان ڪن بہ اٺن سوالن جا جواب لکو: (١٦)

## حجتہ الوداع وارو خطبو

**سوال نمبر ١: پاڻ سڳورن ﷺ آخري حج ڪھڙي هجري ۾ ڪرڻ فرمايو؟**

جواب: پاڻ سڳورن ﷺ آخري حج ڏهين سال جي ذوالحج مهيني ۾ ڪرڻ فرمايو.

**سوال نمبر ٢: هن حج کي «حجتہ الوداع» چو ٿو سڏيو وڃي؟**

جواب: هن حج کي «حجتہ الوداع» ان لاءِ ٿو سڏيو وڃي جو هي حج پاڻ سڳورن ﷺ جي حياتي مبارڪ جو پهريون ۽ آخري حج هو.

**سوال نمبر ٣: پاڻ سڳورن ﷺ اسلامي برادري بابت ڪھڙو ارشاد فرمايو؟**

جواب: پاڻ سڳورن ﷺ اسلامي برادري بابت ارشاد فرمايو! سڀ مسلمان حضرت آدم اولاد آهن ان لاءِ هر هڪ مسلمان ٻئي مسلمان جو ڀاءُ آهي ۽ سڀ مسلمان هڪ برادري آهن.

**سوال نمبر ٤: نبي ڪريم ﷺ جن ظالن، ٻارن، يتيمن ۽ مسڪينن واسطي ڪھڙيون نصيحتون ڪرڻ فرمايون؟**

جواب: نبي ڪريم ﷺ جن ظالن سان عدل و انصاف، ٻارن سان شفقت، يتيمن سان مهرباني ۽ مسڪينن جي سنڀال رکڻ جون نصيحتون ڪرڻ فرمايون.

# حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه

**سوال نمبر ۱: حضرت سلمان فارسيؓ ڪٿي جو رهاڪو هو؟**

جواب: حضرت سلمان فارسيؓ اصفهان جي هڪ ڳوٺ جو رهاڪو هو.

**سوال نمبر ۲: حضرت سلمان فارسيؓ حق ۽ سچ جي ڳولا لاءِ ڪهڙيون ڪوششون ڪيون؟**

جواب: حضرت سلمان فارسي حق ۽ سچ جي ڳولا لاءِ تمام گهڻا ڪشالا ڪيا، پاڻ ڪيترن ئي ملڪن جو سفر ڪيو، ٻانهو ٿيو، مزدوري ڪئي ۽ آخر ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي ايمان آڻي مسلمان ٿيا.

**سوال نمبر ۳: اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ حضرت سلمان فارسيؓ ڪهڙيون خدمتون سر انجام ڏنيون؟**

جواب: اسلام قبول ڪرڻ پوءِ حضرت سلمان فارسيؓ اسلامي احڪامن تي پوري طرح عمل ڪرڻ سان گڏ اسلامي تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ نهايت گهڻيون خدمتون سرانجام ڏنيون.

# حضرت امام جعفر صادق عليه السلام

**سوال نمبر ۱: حضرت امام جعفر صادقؑ ڪهڙن استادن وٽ تعليم حاصل ڪئي؟**

جواب: حضرت امام جعفرصادقؑ پنهنجي ڏاڏا امام زين العابدين ۽ پنهنجي والد امام محمد باقرؑ جهڙن عظيم استادن وٽ تعليم حاصل ڪئي.

**سوال نمبر ۲: حضرت امام جعفر صادقؑ جا ڪهڙا مشهور شاگرد ٿي گذريا آهن؟**

جواب: حضرت امام جعفر صادقؑ جا امام ابو حنيفهؒ، امام مالڪؒ ۽ ڪيميادان ابو موسيٰ جابر بن حيان مشهور شاگرد ٿي گذريا آهن.

# قائد اعظم جا ارشاد

**سوال نمبر ۱: قائد اعظم شاگردن کي نصيحت ڪندي ڪهڙين ڳالهين ڏانهن سندن ڌيان ڇڪايو آهي؟**

جواب: قائد اعظم شاگردن کي نصيحت ڪندي هينين ڳالهين ڏانهن سندن ڌيان ڇڪايو آهي ته! **اوهان مستقبل جا معمار آهيو ان لاءِ پنهنجي شخصيت ۾ نظم و ضبط پيدا ڪريو، مناسب تعليم ۽ موزون تربيت حاصل ڪريو، تعليمي عمل ۾ مصروف رهي پنهنجي قوم جي سچي خدمت ڪندا رهو ۽ اڳتي وڌندا هلو.**

**سوال نمبر ۲: سرڪاري ملازمن کي قائد اعظم ڪهڙي هدايت ڪئي آهي؟**

جواب: سرڪاري ملازمن کي قائد اعظم هدايت ڪندي فرمائي ٿو ته! **جيڪڏهن اوهان واقعي پاڪستان جو وقار بلند ڪرڻ ٿا چاهيو ته غريب ماڻهن جي بهبود لاءِ پاڻ پتوڙيو، هڪ ٻئي سان تعاون ڪريو ڪنهن به قسم جي دٻاءُ جو شڪار نه ٿيو پر ان جي برعڪس عوام ۽ ملڪ جي سچي خادم جي حيثيت سان پنهنجا فرض بي خوفي سان پورا ڪندا رهو.**

سوال نمبر ٣: قائد اعظم جي خيال موجب پاڪستان ڪهڙن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ قائم ڪيو ويو آهي؟

جواب: قائد اعظم جي خيال موجب پاڪستان انهن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ قائم ڪيو ويو آهي ته! اسين هڪ اهڙي مملڪت جا مالڪ هجون جتي اسين پنهنجي روايتن ۽ تمدني خصوصيتن مطابق ترقي حاصل ڪري سگهون، جتي اسلام جي عدل ۽ هڪجهڙائي جي اصولن تي آزادي سان عمل ڪرڻ جو موقعو حاصل هجي.

# اتحاد، تنظيم ۽ يقين محڪم

سوال نمبر ١: اتحاد نه هئڻ ڪري قوم کي ڪهڙو نقصان ٿيندو؟

جواب: اتحاد نه هئڻ ڪري قوم کي تمام گهڻو نقصان ٿيندو ۽ قوم نيست و نابود ٿي ويندي.

سوال نمبر ٢: اتحاد مان ڪهڙا فائدا آهن؟

جواب: اتحاد مان ڪيترائي فائدا آهن جهڙوڪ:

☆ اتحاد قوم کي حياتي ۽ تازگي بخشي ٿو.

☆ اتحاد سان قوم ترقي حاصل ڪري ٿي.

☆ اتحاد سان قوم جوشان ۽ مان وڌي ٿو.

☆ اتحاد قوم کي دنيا ۾ سرخرو ۽ سرفراز بڻائي ٿو.

سوال نمبر ٣: تنظيم ڇو ضروري آهي؟

جواب: قومن جي ترقي ۽ بهبودي لاءِ تنظيم ضروري آهي.

سوال نمبر ٤: يقين محڪم ڇا کي ٿو سڏجي؟

جواب: پنهنجي عمل تي مڪمل يقين يعنيٰ دل ۽ دماغ جي متفقه فيصلي کي يقين محڪم ٿو سڏجي.

# مولانا دين محمد وفائي

سوال نمبر ١: مولانا وفائي جي ننڍپڻ جي باري ۾ اوهان کي ڪهڙي خبر آهي؟

جواب: مولانا وفائي ٤ اپريل ١٨٩٤ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ڪتي عُرف نبي آباد تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ ڄائو هو، سندس والد جو نالو خليفو حڪيم گُل محمد هو ۽ پاڻ ذات جو ڀتي هُو، مولانا وفائي ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪئي، والد جي وفات کان پوءِ رهيل تعليم پنهنجي عزيز ميان جي محمد عالم وٽ رهي پوري ڪيائين.

**سوال نمبر ٢: مولانا وفائي ڪي ڪهڙن بزرگن جي ڪچهري مان فيض حاصل ڪيو؟**

جواب: مولانا وفائي ڪي مخدوم حاجي حسن الله پاٽائي ۽ علامه سيد رُشد الله شاه جهنڊي واري جهڙن عظيم بزرگن جي ڪچهري مان فيض حاصل ٿيو.

**سوال نمبر ٣: مولانا وفائي جا ڪهڙا علمي يادگار موجود آهن؟**

جواب: مولانا وفائي جا **(الوحيد)** اخبار، ماهوار **(توحيد)** رسالو ۽ **ٽيهارو** ڪتاب سندس علمي يادگار طور موجود آهن.

# مائي خيري

**سوال نمبر ١: مائي خيري جي حياتي جو مختصر احوال ٻڌايو؟**

جواب: مائي خيري مير صوبدار خان شهيد جي راڻي هئي. سندس اصل نالو بيبي خير النساء هو، هن پنهنجي حياتي ۾ ايترا ته خير جا ڪم ڪيا جو سڏيندائي مائي خيري هئا. هن کي خيرات ڪرڻ ۾ ڏاڍي خوشي ٿيندي هئي سندس خير جا دروازا هر وقت مسڪينن لاءِ کليل رهندا هئا. سندس وفات ١٢٧٢ هجري ۾ ٿي ۽ مقبرو خُدا آباد ۾ آهي.

**سوال نمبر ٢: مائي خيري ڪهڙا ڪهڙا خير جا ڪم ڪيا؟**

جواب: مائي خيري ڪيترائي خير جا ڪم ڪيا جهڙوڪ:
بيڙين، معذور ۽ بيوه عورتن لاءِ ماهوار وظيفا مقرر ڪرڻ، خيرات ڪرڻ، مسجدون ۽ مدرسا ٺهرائڻ، کوه کوٽائڻ، قرض دارن جا قرض ادا ڪرڻ، غريبن ۽ نادارن جي شادي مُرادي مهل مدد ڪرڻ، لا وارثن جي ڪفن دفن جو انتظام ڪرڻ ۽ اهڙن ٻين ڀلي جي ڪمن جو خاص خيال هوندو هئس.

**سوال نمبر ٣: حيدرآباد ۾ سندس ڪهڙو يادگار آهي؟**

جواب: حيدرآباد ۾ **قبائين مسجد شريف** سندس يادگار موجود آهي.

**سوال نمبر ٤: سرندي وارن مردن خواه عورتن کي سندس حياتي مان ڪهڙو سبق سکڻ گهرجي؟**

جواب: سرندي وارن مردن خواه عورتن کي سندس حياتي مان اهو سبق سکڻ گهرجي ته هُو به پنهنجي حياتي ۾ اهڙا نيڪ ۽ ڀلائي جا ڪم ڪن جو مرڻ بعد سندس نيڪ نامي ٿئي.

**سوال نمبر ٥: مائي خيري ڪڏهن وفات ڪئي؟**

جواب: مائي خيري ٻهرين رمضان المبارڪ سن ١٢٧٢ هجري ۾ وفات ڪئي.

**سوال نمبر ٦: مائي خيري جو مقبرو ڪٿي آهي؟**

جواب: مائي خيري جو مقبرو هالا جي پرسان خُدا آباد ۾ آهي.

# هنر دولت آهي

**سوال نمبر ۱:** **بيوه پنهنجي پٽ کي هنر سيکارڻ لاءِ ڪٿي وٺي وئي؟**

جواب: بيوه پنهنجي پٽ کي هنر سيکارڻ لاءِ شهر وٺي وئي.

**سوال نمبر ۲:** **بيوه پنهنجي پٽ کي ڪهڙي ڪاريگر وٽ وٺي وئي؟**

جواب: بيوه پنهنجي پٽ کي واڍي ڪاريگر وٽ وٺي وئي.

**سوال نمبر ۳:** **واڍي مائي کي ڪهڙو شرط ٻڌايو؟**

جواب: واڍي مائي کي شرط ٻڌايو ته آئون رات جو ڇوڪري کي ڪوٺي ۾ بند ڪندس جيڪڏهن ڇوڪرو صبح تائين جيئرو رهندو ته آئون پوءِ کيس پنهنجو شاگرد ڪندس.

**سوال نمبر ۴** **ڇوڪري اُن جي هڏن مان ڇا ٺاهيا؟**

جواب ڇوڪري اُن جي هڏن مان چانور ٺاهيا.

# خط

**سوال نمبر ۱:** **خط لکڻ جي شروعات ڇا سان ڪرڻ گهرجي؟**

جواب: خط لکڻ جي شروعات بسم الله الرحمن الرحيم سان ڪرڻ گهرجي.

**سوال نمبر ۲:** **پنهنجي ائڊريس خط جي ڪهڙي پاسي لکڻ گهرجي؟**

جواب: پنهنجي ائڊريس خط جي ساڄي پاسي لکڻ گهرجي.

**سوال نمبر ۳:** **خط جنهن ڏانهن لکبو آهي، اُن جي مخاطب ٿيڻ واري پاڳي کي ڇا چئبو آهي؟**

جواب: خط جنهن ڏانهن لکبو آهي، ان جي مخاطب ٿيڻ واري پاڳي کي سرو چئبو آهي.

**سوال نمبر ۳:** **خط جي جنهن پاڳي ۾ حال احوال ڏبو آهي، ان کي ڇا چئبو آهي؟**

جواب: خط جي جنهن پاڳي ۾ حال احوال ڏبو آهي، ان کي عبارت چئبو آهي.

# بين الاقوامي عدالت

**سوال نمبر ۱:** **بين الاقوامي عدالت ڪهڙا ڪهڙا ڪم ڪندي؟**

جواب: بين الاقوامي عدالت ٻن مُلڪن جي وچ جا تڪرار نبيرائڻ جو ڪم ڪندي آهي.

**سوال نمبر ۲:** **ڪهڙا ملڪ بين الاقوامي عدالت کان پنهنجا تڪرار نبيرائي سگهن ٿا؟**

جواب: هڪ اُهي ملڪ جيڪي بين الاقوامي عدالت جا ميمبر آهن ٻيا اُهي ملڪ جيڪي بين الاقوامي عدالت جا ميمبر ته نه آهن، پر هن عدالت جي دستور کي قبول ڪن ٿا، سي پڻ پنهنجا تڪرار بين الاقوامي عدالت کان نبيرائي سگهن ٿا.

**سوال نمبر ۳:** **بين الاقوامي عدالت جي ججن جي چونڊ ڪهڙي ريت ٿيندي آهي؟**

جواب: بين الاقوامي عدالت جي ججن جي چونڊ گڏيل قومن جي جنرل اسيمبلي ۽ سلامتي ڪائونسل ڪندي آهي.

# اجرڪ

**سوال نمبر ١: سنڌ جي ثقافت جي اهم سوکڙي ڪهڙي آهي؟**

جواب: سنڌ جي ثقافت جي اهم سوکڙي اجرڪ آهي.

**سوال نمبر ٢: اجرڪ کي عربن ۾ ڪهڙي نالي سان سڏيو ويندو آهي؟**

جواب: اجرڪ کي عربن ۾ «ازرق» جي نالي سان سڏيو ويندو آهي.

**سوال نمبر ٣: اجرڪ ڪيترن مختلف مرحلن مان گذري مڪمل ٿئي ٿي؟**

جواب: اجرڪ چوڏهن مختلف مرحلن مان گذري مڪمل ٿئي ٿي.

**سوال نمبر ٤: ڊزائين ۽ رنگ جي لحاظ کان اجرڪ جا گهڻا قسم آهن؟**

جواب: ڊزائين ۽ رنگ جي لحاظ کان اجرڪ جا قسم ڏهن کان مٿي آهن.

**سوال نمبر ٥: اجرڪ سنڌ جي ڪهڙن شهرن ۾ ٺهي ٿي؟**

جواب: اجرڪ سنڌ جي لاڙ وارن نصر پور، ٽنڊو محمد خان، ڪيبر،سيڪات، مٽياري، هالا، پٽ شاهه، ماتلي ۽ سکر شهرن ۾ ٺهي ٿي.

**سوال نمبر ٦: اجرڪ جا ڪهڙا چار رنگ ٿيندا آهن؟**

جواب: اجرڪ جا اڇو،ڪارو، ڳاڙهو، ۽ نيرو چار رنگ ٿيندا آهن.

# ميرن جي دربار

**سوال نمبر ١: ميرن جي دربار جو ذڪر برنس ڪهڙي ڪتاب ۾ ڪيو آهي؟**

جواب: ميرن جي دربار جو ذڪر برنس پنهنجي سفر نامي ۾ ڪيو آهي.

**سوال نمبر ٢: ميرن جي دربار جو سنڌاءُ ڪهڙي قسم جو هو؟**

جواب: ميرن جي دربار جو سنڌاءُ تمام اعليٰ، نظم و ضبط، صفائي ۽ سنائي وارو هو.

**سوال نمبر ٣: ميرن جي پوشاڪ ڪهڙي قسم جي هئي؟**

جواب: ميرن جي پوشاڪ تمام سُهڻي، اُڇي، قيمتي ۽ زرق برق واري هئي.

**سوال نمبر ٤: ميرن جي اخلاق بابت برنس ڇا لکيو آهي؟**

جواب: ميرن جي اخلاق بابت برنس لکيو آهي ته! سنڌ جا حاڪم مير تمام گهڻا سڌريل، نيڪ خصلت، صفائي سنائي وارا ۽ مهمان نواز هئا.

# ڪينجهر ڍنڍ

**سوال نمبر ١:** **ڪينجهر لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؟**

جواب: ڪينجهرلفظ جي معنيٰ آهي گهٽائي.

**سوال نمبر ٢:** **ڪينجهر جي ڍنڍ تي اِهو نالو ڪيئن پيو؟**

جواب: ڪينجهر جي ڍنڍ تي اهو (ڪينجهر) نالو هڪ مهاڻي تان پيو.

**سوال نمبر ٣:** **«ڪينجهر لڳڻ» اصطلاح جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟**

جواب: «ڪينجهر لڳڻ» اصطلاح جي معنيٰ آهي سرسبز ٿيڻ، آباد ٿيڻ.

**سوال نمبر ٤:** **حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ ڪينجهر جو ذڪر ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟**

جواب: حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ ڪينجهر جو ذڪر سُر ڪاموڏ ۾ ڪيو آهي.

**سوال نمبر ٥:** **نوري جي قبر ڪٿي آهي؟**

جواب: نوري جي قبر ڪينجهر ڍنڍ جي وچ ۾ سندس مُرشد هوندڙي شاهه جي پيراندي ۾ هڪ ٽڪري تي ٺهيل آهي.

# سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

**سوال نمبر ١:** **عربن دور ۾ سنڌي ادب جا ڪهڙا اهڃاڻ ملن ٿا؟**

جواب: عربن جي دور ۾ سنڌي ادب جا اهڃاڻ ملن ٿا ته هن دور ۾ قرآن شريف جو ترجمو سنڌي زبان ۾ ٿيو هو.

**سوال نمبر ٢:** **سومرن جي دور جون سنڌي ادب بابت ڪهڙيون ڳالهيون معلوم ٿيون آهن؟**

جواب: سومرن جي دور جون سنڌي ادب بابت هي ڳالهيون معلوم ٿيون آهن ته هن دور ۾ سنڌي شاعري اوج تي هئي جنهن ۾ روحانيت اخلاقيات، رومانوي داستانن ۽ سنڌ جي سورمن جي سورهيائي تي بيت ڇپيا ويندا هئا.

**سوال نمبر ٣:** **ڪلهوڙن جي دور کي سنڌي ادب جو سونهري دور ڇو ٿو سڏيو وڃي؟**

جواب: ڪلهوڙن جي دور کي سنڌي ادب جو سونهري دوران ڪري ٿو سڏيو وڃي جو هن دور ۾ اسان کي سنڌي ادب جو عظيم ترين شاعر ۽ صوفي بزرگ حضرت شاهه عبد اللطيف ڀٽائيؒ ۽ سندس فڪر انگيز شاعري ملي ٿي.

**سوال نمبر ٤:** **ٽالپرن جي دور جا ڪهڙا مشهور شاعر ٿي گذريا آهن؟**

جواب: ٽالپرن جي دور جا حضرت سچل سرمست، سيد ثابت علي شاهه، خليفو نبي بخش لغاري، حمل خان لغاري، سامي ۽ فتح فقير سومري مشهور شاعر ٿي گذريا آهن.

سوال نمبر ۵: ثابت علي شاھ ڪھڙي قسم جو شعر چيو آھي؟

جواب: ثابت علي شاھ مرثيہ گوئي واري صنف ۾ شعر چيو آھي.

سوال نمبر ٦: انگريزن جي اوائلي دور ۾ ڪھڙا ليکڪ ٿي گذريا آھن؟

جواب انگريزن جي اوائلي دور ۾ مُنشي اُڌارام، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، ديوان ڪوڙو مل، پيرو مل، مھر چند، لال چند امر ڏنومل، مسرورفقير ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي ليکڪ ٿي گذريا آھن.

## رڍ پچاءُ

سوال نمبر ١: سُٺي رڍ پچاءُ ڪندڙ جون وصفون ٻڌايو؟

جواب: سُٺي رڍپچاءُ ڪندڙ جون ٽي وصفون آھن. صفائي، سنيال،وقت جي پابندي.

سوال نمبر ٢: رڍ پچاءُ ۾ڪاڏي پيتي جا ٿانو ڪھڙي ريت صاف ڪرڻ گھرجن؟

جواب: رڍ پچاءُ ۾ڪاڏي پيتي جا ٿانو چار سان ملي، پاڻي سان ڌوئي پوءِ صاف ڪپڙي سان اُگھڻ گھرجن.

## ٻہ ٺہ ٻارھن

سوال نمبر ١: سليم وڌيڪ ڇو نہ پڙھي سگھيو؟

جواب: سليم جي گھرو حالت وڌيڪ پڙھڻ جي اجازت نٿي ڏني، ان ڪري سليم وڌيڪ نہ پڙھي سگھيو.

سوال نمبر ٢: ارشد جڏھن ڳوٺ پھچي ٻنين تي پھتو تہ اُتي ڇا ڏٺائين؟

جواب: ارشد جڏھن ڳوٺ پھچي ٻنين تي پھتو تہ اُتي ويراني ڏٺائين.

سوال نمبر ٣: ڳوٺ جي تباھي ڏسي ارشد دل ۾ ڪھڙو فيصلو ڪيو؟

جواب: ڳوٺ جي تباھي ڏسي ارشد دل ۾ پنھنجي ڳوٺ کي مڪمل تباھي ۽ بربادي کان بچائڻ جو فيصلو ڪيو.

سوال نمبر٣: سليم ۽ ارشد ڌاڙيلن جو خاتمو ڪيئن آندو؟

جواب: سليم ۽ ارشد ڳوٺاڻن ۽ انتظاميا جي مدد ۽ سھڪار سان ڌاڙيلن جو خاتمو آندو.

# نصر پور

**سوال نمبر ۱: نصر پور جو شهر ڪهڙي ضلعي ۾ آهي؟**

جواب: نصر پور جو شهر حيدرآباد ضلعي ۾ آهي.

**سوال نمبر ۲: نصر پور جو شهر ڪنهن ٻڌايو هو؟**

جواب: نصر پور شهر جي آباد ٿيڻ بابت تاريخدانن جا مختلف رايا آهن، ڪن جو چوڻ آهي ته هي شهر فيروز شاهه تُغلق جي هڪ امير نصير ٻڌايو هو ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته هي شهر نصير مهاڻي ٻڌايو هو.

**سوال نبمر ۳: نصر پور ڪهڙن هنرن جي ڪري مشهور هُو؟**

جواب: نصر پور کيس، سوسيون، گربيون، بافتي ۽ اجرڪ ناهڻ جي هنرن ڪري مشهور هُو.

**سوال نمبر ۴: نصر پور ۾ ڇا جا آڏاڻا هئا؟**

جواب: نصر پور ۾ ڪپڙي اُڻڻ جا آڏاڻا هئا.

**سوال نمبر ۵: ڪلهوڙن جي آخري ڏينهن ۾ نصر پور ۾ ڪنهن ڦُرلٽ ڪئي؟**

جواب: ڪلهوڙن جي آخري ڏينهن ۾ نصر پور ۾ مدد خان پٺاڻ ڦُرلٽ ڪئي.

**سوال نمبر ۶: ڪافي جو بادشاهه ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟**

جواب: ڪافي جو بادشاهه مصري شاهه کي چيو وڃي ٿو.

# جهڙو راڄ تهڙو ڀاڳ

**سوال نمبر ۱: بادشاهه پهريون خواب ڪهڙو لڌو؟**

جواب: بادشاهه پهريون خواب لڌو ته سند س سمهڻ واري ڪوٺي ۾ هڪ لومڙي ڦٽڪي رهي هئي.

**سوال نمبر ۲: ڪڙمي کي خواب جو تعبير ڪنهن ٻڌايو؟**

جواب: ڪڙمي کي خواب جو تعبير نانگ ٻڌايو؟

**سوال نمبر ۳: بادشاهه ٻيو پيرو ڪهڙو خواب لڌو؟**

جواب: بادشاهه ٻيو پيرو خواب لڌو ته سند س محلات ۾ اگهاڙي ترار لٽڪي رهي هئي.

سوال نمبر ۴:   بادشاھ ٽيون پيرو خواب ۾ ڇا ڏٺو؟

جواب:   بادشاھ ٽيون پيرو خواب ۾ ڏيگي ڏٺي.

سوال نمبر ۵:   نانگ ڪھڙي شرط تي ڪڙمي کي خوابن جو تعبير ٻڌايو؟

جواب:   نانگ انعام جي اڌ حصي جي شرط تي ڪڙمي کي خوابن جو تعبير ٻڌايو.

سوال نمبر ٦:   سبق «جھڙو راڄ تھڙو ڀاڳ» آڪاٽي مان ڪھڙي نصيحت ملي ٿي؟

جواب:   سبق «سبق جھڙو راڄ تھڙو ڀاڳ» آڪاٽي مان اھا نصيحت ملي ٿي تہ ملڪي حالتن جو اثر رعيت تي پوندو آھي ۽ پيو تہ ڪنھن سان بہ دغا، فريب ۽ ڌوڪو نہ ڪرڻ گھرجي.

# وائي(نظم)

سوال نمبر۱:   اُپ ۽ يون ڪنھن خلقيا آھن؟

جواب:   اُپ ۽ يون الله تعاليٰ خلقيا آھن.

سوال نمبر۲:   ھي ڪوڙي دنيا گھڻا ڏينھن آھي؟

جواب:   ھي ڪوڙي دنيا ڌون ڏينھن جي آھي.

سوال نمبر۳:   اسين ڪنھن جي آسري آھيون؟

جواب:   اسين «الف» يعنيٰ ڏٽي سگوري جي آسري آھيون.

# نيڪي (نظم)

سوال نمبر۱ :   شاعر خُدا جو گھر ڪھڙي دل کي ٿو سڏي؟

جواب:   شاعر خُدا جو گھر اُن دل کي ٿو سڏي جنھن دل ۾ رحم ، ڪرم ،مھرباني ۽ نيڪي سما يل آھي.

سوال نمبر۲:   پيو نمبر رُباعي ۾ ڪھڙي نصيحت سمايل آھي؟

جواب:   پيو نمبر رُباعي ۾ اھا نصيحت سمايل آھي تہ جيڪڏ ھن ڪو بُرائي ڪري تہ اُن سان ڀلائي ڪجي ، ڇو تہ بُرائي جو جو بدلو بُرائي نہ بلڪہ ڀلائي آھي.

سوال نمبر۳:   بلندي حاصل ڪرڻ لاءِ شاعر ڪھڙي صلاح ٿو ڏئي؟

جواب:   بلندي حاصل ڪرڻ لاءِ شاعر نياز ۽ نوڙت يعنيٰ عاجزي ۽ انڪساري سان پيش اچڻ جي صلاح ٿو ڏئي.

# دُعا (نظم)

**سوال نمبر ١: شاعر اللّٰہ تعاليٰ کان ڪهڙي دُعا ٿو گهري؟**

جواب: شاعر اللّٰہ تعاليٰ کان پنهنجي دين ۽ ايمان جي سلامتي ، مسلمانن جي عزت ۽ آبرو جي حفاظت ۽ قوم مان اُهڙا مجاهد انسان پيدا ڪرڻ جي دُعا ٿو گهري.

**سوال نمبر ٢: اسلام جي ڪلمي لاءِ شاعر ڪهڙي دُعا ٿو گهري؟**

جواب: شاعر اسلام جي ڪلمي جي شان بلند و بالا رکڻ جي دُعا ٿو گهري.

**سوال نمبر ٣: قوم جي لاءِ شاعر جي دل ۾ ڪهڙا سوال ٿا اُڀرن؟**

جواب: قوم جي لاءِ شاعر جي دل ۾ هي سوال ٿا اُڀرن ته اسان جي قوم غمگين ، قرضن ، بيمارين ، ۽ مشڪلاتن ۾ مبتلا آهي. اي اي رب سائين تون اسان جي قوم کي انهن سيني تڪليفن کان آزاد ڪر ، خوشحال ۽ آباد فرما.

# سچل سرمست جا بيت (نظم)

**سوال نمبر ١: حضرت سچل سرمست جي «هوت» مان مراد ڪهڙي آهي؟**

جواب: حضرت سچل سرمست جي «هوت» مان مُراد مالڪ حقيقي يعنيٰ اللّٰہ تعاليٰ آهي.

**سوال نمبر ٢: پنهنجي محبوب جي انتظار ۾ شاعر جو ڪيئن ٿو وقت گذري؟**

جواب: پنهنجي محبوب جي انتظار ۾ شاعر جو وقت فراق يعنيٰ جدائي ۽ بيقراري ۾ ٿو گذري.

**سوال نمبر ٣: پنهون جي جدائي ۾ سسئي کي ڀنڀور ڪيئن ٿو نظر اچي؟**

جواب: پنهون جي جدائي ۾ سسئي کي ڀنڀور بي لذت ۽ ويران ٿو نظر اچي.

# ڏيئو (نظم)

**سوال نمبر ١: ڪکائن گهرن کي ڪير روشن ڪري ٿو؟**

جواب: ڪکائن گهرن کي ڏيئو روشن ڪري ٿو.

**سوال نمبر ٢: ڏيئي ۾ ڪهڙي چڱائي رکيل آهي؟**

جواب: ڏيئي ۾ اِها چڱائي رکيل آهي ته ڏيئو پاڻ سڙي ٻين کي سهائي (روشني) پهچائي ٿو.

**سوال نمبر ٣: ڏيئي وٽ نوڙت جي ڪهڙي نشاني آهي؟**

جواب: ڏيئي وٽ نوڙت جي هي نشاني آهي ته ڏيئو هوا لڳڻ سان پنهنجي سرلاٽ کي جهڪائي پنهنجي حياتي بچائي ٿو.

سوال نمبر ۳: **شعر جي آخري بن سٽن مان ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟**

جواب: شعر جي آخري بن سٽن مان اِها نصيحت ملي ٿي ته جيڪي انسان ڏيئي وانگر پاڻ کي نقصان پهچائي ٻين کي فائدو رسائين ٿا، اهڙن انسانن تي لکين پروانا هر وقت قربان رهن ٿا.

# ٻاڙايون سُک جو ڪو سنسار (نظم)

سوال نمبر ۱: **جنگ ۽ فساد جو باعث ڪهڙيون ڳالهيون آهن؟**

جواب: رنگ ونسل جون اراڙيون ۽ ذات پات جون ڳالهيون جنگ ۽ فساد جو باعث ٿين ٿيون.

سوال نمبر ۲: **نفرت جي پرچار جو ڪهڙو نتيجو نڪتو آهي؟**

جواب: نفرت جي پرچار جو نتيجو نڪتو آهي ته هر طرف نفرت جي جنگ جاري آهي، جنهن ۾ بي گناه انسانن جو رت وهي رهيو آهي ۽ دنيا نفرت جي باهه ۾ سڙي تباهه ٿي رهي آهي.

# پيارا وطن (نظم)

سوال نمبر ۱: **شاعر جان جو جياپو ڪنهن کي ٿو سڏي؟**

جواب: شاعر جان جو جياپو وطن کي ٿو سڏي.

سوال نمبر ۲: **شاعر ڪنهن جي مٿان سرساهه گهورڻ ٿو گهري؟**

جواب: شاعر وطن جي مٿان سر ساهه گهورڻ ٿو گهري.

سوال نمبر ۳: **شاعر وطن کي ڪهڙي دُعا ٿو ڪري؟**

جواب: شاعر وطن کي دُعا ٿو ڪري ته ! اي وطن تنهنجا سڀ ڳوٺ، شهر ۽ وسنديون آباد ۽ خوشحال رهن ۽ مٿان ربّ سائين جي رحمت جا بادل (ڪڪر) تو تي هميشه وسندا رهن.

# هاري(نظم)

**سوال نمبر ١: شاعر ملڪ مٿي جا جي جيارا ڪنهن کي ٿو سڏي؟**

جواب: شاعر ملڪ جي مٿي جا جي جيارا هاري کي ٿو سڏي.

سوال نمبر ٢: هاري جي محنت ڪهڙو رنگ ٿي لڳائي؟

جواب: هاري جي محنت اِهو رنگ ٿي لڳائي تہ مُلڪ سان ڏک ختم ٿي ويندا ۽ سُک جو ساٿ ملندو.

**سوال نمبر ٣: سَلي سَلي جي سنيارسان ڇا ٿو ٿئي؟**

جواب: سَلي سَلي جي سنيار سان کيچ خرار پيدا ٿو ٿئي.

**سوال نمبر ٤: شاعر هاري کي ڪهڙي دُعا ٿو ڪري؟**

جواب: شاعر هاري کي دُعا ٿو ڪري تہ! اي هاري خدا ڪري تون هميشہ جوان، زندہ ۽ سلامت رهين.

**سوال نمبر ٣: هيٺين مان ڪن بہ ڇهن لفظن جا جملا ٺاهيو:** (٦)

## حجتہ الوداع وارو خطبو

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| ورندي | لوٹتے ہوئے | مون اسڪول کان ورندي ظُهر جي نماز ادا ڪئي. |
| ٻانهن | غلاموں | اسان کي ٻانهن سان سُنو ورتاءُ ڪرڻ گهرجي. |
| ٻڌرنامو | حقیقت | قرآن شريف اسلامي احڪامن جو ڪليل ٻڌرنامو آهي. |
| پڇاڙو | پوچھ گچھ | قيامت واري ڏينهن اسان کان پنهنجي عملن بابت پڇاڙو ٿيندو. |
| پڇاڙي | آخری | پاڻ سڳورا ﷺ ڏٺي سڳوري جا پڇاڙي نبي آهن. |

## حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| نامور | مشہور | شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ سنڌ جو نامور شاعر ٿي گذريو آهي. |
| پيشوا | مذہبی رہنما | حضور ﷺ مسلمانن جا سڀ کان وڏا پيشوا آهن. |
| ڪارڻ | وجہ | هڙتال ڪارڻ اڄ سڄو شهر بند آهي. |
| ڏس | پتہ | مون احمد کي سلمان جي گهر جو ڏس ڏنو. |
| ڦيرو | تبدیلی | اڄ موسم ۾ تمام گهڻو ڦيرو اچي ويو آهي. |

# حضرت امام جعفر صادق عليه السلام

| لفظ | معنیٰ | جملا |
| --- | --- | --- |
| نسبي | نسلی | حضور ﷺ نسبي فخر ختم ڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي. |
| پيڙهي | پشت | امام جعفرؑ حضرت علي جي پيڙهي مان آهن. |
| فيض | فائدہ | اسان کي پنهنجي وڏن جي صحبت مان فيض حاصل ڪرڻ گهرجي. |
| فاجر | جھوٹا | فاجر ماڻهو سان دوستي نه رکڻ گهرجي. |
| فاسق | منافق | فاجر ۽ فاسق ماڻهن کان هميشه پري رهڻ گهرجي. |
| مستحق | حقدار | زڪوات هميشه مستحق ماڻهن کي ڏيڻ گهرجي. |

# قائد اعظم جا ارشاد

| لفظ | معنیٰ | جملا |
| --- | --- | --- |
| ڪيٻائڻ | گھبرانا | اسان کي نيڪ ڪم ڪرڻ کان ڪيٻائڻ نه گهرجي. |
| معمار | تعمیر کرنے والا | شاگرد مستقبل جا معمار هوندا آهن. |
| موزون | درست | هر شاگرد کي موزون تعليم حاصل ڪرڻ گهرجي. |
| تربيت | پرورش | ٻارجي سُٺي تربيت ڪرڻ والدين جو فرض آهي. |
| برداشت | صبر | انسان ۾ هر ڏک کي برداشت ڪرڻ جي همت هئڻ گهرجي. |
| تتُ | خلاصہ | قائد اعظم جي ڳالهين جو تتُ ڪم ۽ بس ڪم آهي. |
| ڀهبود | بھلائی | اسان کي غريب ماڻهن جي ڀهبود لاءِ ڪم ڪرڻ گهرجي. |
| تعاون | مدد | ڏوهن جي خاتمي لاءِ اسان کي انتظاميا سان تعاون ڪرڻ گهرجي. |
| جدوجهد | کوشش | پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ قائد اعظم تمام گهڻي جدوجهد ڪئي. |

## اتحاد ، تنظيم ۽ يقين محڪم

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| تنظيم | جماعت | قومن جي ترقي لاءِ تنظيم ضروري آهي. |
| سرفراز | ڪامياب | محنت سان انسان هر ڏُکي ڪم ۾ سرفراز ٿئي ٿو. |
| احترام | عزت | اسان کي وڏن جو احترام ڪرڻ گهرجي. |
| عمل پيهم | مسلسل ڪوشش | پاڪستان بر صغير جي مسلمانن جي عمل پيهم سان وجود ۾ آيو. |
| ويڇا | دوريان | پاڪستاني قوم کي پنهنجا ويڇا وساري هڪ ٿيڻ گهرجي. |

## مولانا دين محمد وفائي رح

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| اوائلي | شروعاتي | مولانا وفائي اوائلي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪئي. |
| ڄمنار | عمر | پاڪ سڳورن ﷺ کي چاليهن سالن جي ڄمنار نبوت ملي. |
| ناماچار | مشهور | عمران خان هڪ ناماچار رانديگر هو. |
| مها ڀاري | جنگ عظيم | پهرين مهاڀاري لڙائي ١٩١٤ع ۾ ٿي. |
| اڳري | پيش پيش | فوزيه نيڪ ڪمن ۾ سڀ کان اڳري هوندي آهي. |
| ڌاڪو | رعب | مولانا وفائي جو عملي ڌاڪو اڄ تائين قائم آهي. |

## مائي خيري

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| رائج | قائم | سعودي عرب ۾ اسلامي قانون رائج آهي. |
| معذور | اپاهج | اسان کي معذور ماڻهن جي مدد ڪرڻ گهرجي. |
| گهرجائو | ضرورتمند | گهرجائو ماڻهن جي مدد ڪرڻ ثواب جو ڪم آهي. |
| طالب علم | شاگرد | طالب علم مستقبل جا معمار هوندا آهن. |
| نقش قدم | پيروي ڪرنا | اسان کي پاڪ سڳورن ﷺ جي نقش قدم تي هلڻ گهرجي. |
| جِٽاءُ | بقاء | هن فاني دنيا کي جِٽاءُ ڪونهي. |
| نيڪ نامي | نيڪ نام هونا | نيڪ ڪم ڪرڻ سان انسان جي نيڪ نامي ٿئي ٿي. |
| رحلت | وفات | مائي خيري سن ١٢٧٢هه ۾ رحلت ڪري وئي. |

## هنر دولت آهي

| لفظ | معنيٰ | جملا |
| --- | --- | --- |
| لقاءُ | منظر | سون اج روڊ تي هلندي پولڙي جو لقاءُ ڏٺو. |
| جيئرو | زنده | شهيد هميشه جيئرو رهي ٿو. (القرآن) |
| رڻ | ريگستان | اُن کي رڻ جو جهاز به چوندا آهن. |
| حيلا | ڪوشش | علي امتحان ۾ پاس ٿيڻ جا وڏا حيلا ڪيا. |

## خط

| لفظ | معنيٰ | جملا |
| --- | --- | --- |
| مهر | مهرباني | ڏٺي سڳورو مهر جا مينهن وسائي ٿرن کي گلشن ڪري ٿو. |
| پيرو | مرتبه | آئون موئن جو دڙو هڪ پيرو گهمڻ ويو آهيان. |
| سناءُ | ترتيب | قائد اعظم جي مزار سهڻي سناءُ سان ٺهيل آهي. |
| پاڙا | محلے | اسان کي پنهنجا پاڙا صاف رکڻ گهرجن. |
| ڳڻتي | افسوس | ڳڻتي ڪرڻ سان ڪجهه به نه ورندو آهي. |
| ٿورائتو | احسان مند | اسان کي والدين جو هميشه ٿورائتو رهڻ گهرجي. |
| طويل | لمبا | خط طويل نه لکڻ گهرجي. |

## بين الاقوامي عدالت

| لفظ | معنيٰ | جملا |
| --- | --- | --- |
| ويڙهه | جهگڙا | ويڙهه ۽ جنگ ۾ تمام گهڻو جاني ۽ مالي نقصان ٿئي ٿو. |
| تڪرار | لڙائي | پاڪستان ۽ هندوستان جو ڪشمير تان تڪرار آهي. |
| نبيرو | حل | ويڙهه ۽ تڪرار جو نبيرو انصاف سان ڪرڻ گهرجي. |
| دائمي | هميشه | دائمي ذات الله تعاليٰ جي آهي. |
| جوڙي | بنائي | قائد اعظم جي مزار تمام سٺي نموني سان جوڙي وئي آهي. |
| مدي | عرصے | منهنجو دوست گهڻي مُدي کان پوءِ مون سان مليو. |

# اجرڪ

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| سڃاڻ | پهچان | اجرڪ سنڌ جي ثقافت جي **سڃاڻ** ۽ **سوکڙي** آهي . |
| سوکڙي | سوغات | مون کي دوست **سوکڙي** طور اجرڪ ڏني . |
| اهڃاڻ | علامات | **اهڃاڻ** مان معلوم ٿئي ٿي ته اجرڪ سنڌ جو قديم هنر آهي . |
| ڍنگ | طريقه | اسان کي هرڪم **ڍنگ** سان ڪرڻ گهرجي . |
| مان | عزت | سنڌ جا ماڻهو مهمانن کي تمام گهڻو **مانُ** ڏيندا آهي . |
| ڏيساور | بيرون ملڪ | منهنجو ڀاءُ **ڏيساور** ۾ رهندو آهي . |

# ميرن جي دربار

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| ڇهڇٽو | رونق | سنڌ جي ميلن ۾ تمام گهڻو **ڇهڇٽو** هوندو آهي . |
| حشام | هجوم | اڄ جي ڏينهن مزار قائد تي **حشام** ماڻهو ايندا آهن . |
| نماءُ | نمائش | سنڌ جي ميلن ۾ هٿ جي هنرن جو به **نماءُ** ٿيندو آهي . |
| سانت | خاموشي | اڄ ڪلاس ۾ **سانت** لڳي پئي آهي . |
| شڪيل | خوبصورت | اسان جي اسڪول جي عمارت تمام گهڻي **شڪيل** آهي . |

# ڪينجهر ڍنڍ

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| داستان | قصه/ڪهاڻي | سنڌ ۾ سسئي پنهون جي **داستان** مشهور آهي . |
| مکيه | اهم | ڪراچي پاڪستان جو **مکيه** شهر آهي . |
| وسيلو | ذريعه | ڪينجهر ڍنڍ مهاڻن جي روزگار جو **مکيه وسيلو** آهي . |
| ڏيهي | ملکي | اسان کي **ڏيهي** شيون استعمال ڪرڻ گهرجن . |
| پرڏيهي | غير ملکي | موئن جو دڙو گهمڻ لاءِ ڪيترائي **ڏيهي، پرڏيهي** سياح ايندا آهن . |
| ساهت | ادب | شاهه صاحب سنڌي **ساهت** جو هڪ وڏو نالو آهي . |
| وندر | مشغله | منهنجو **وندر** سُنا ڪتاب پڙهڻ آهي . |

# رڏ پچاءُ

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| چار | راکھ | ڳوٺن ۾ ٿانو چار سان صاف ڪيا ويندا آهن. |
| ڳنڍڻ | سالن | گوشت جو ڳنڍڻ تمام لذيذ ٿيندو آهي. |
| ريت | طرح | اسان کي هر ڪم چڱي ريت ڪرڻ گھرجي. |
| اوير | دير | نيڪ ڪم ڪرڻ ۾ اوير نه ڪرڻ گھرجي. |

# ٻه ته ٻارهن

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| ڳڻتي | افسوس | ڳڻتي ڪرڻ سان ڪجھ به نه ورندو آهي. |
| ٻڌي | اتحاد | ٻڌيءَ ايڪي ۾ وڏي طاقت آهي. |
| ڏونگر | پہاڑ | ڪي ٽو پاڪستان جو هڪ وڏو ڏونگر آهي. |
| هير | هوا | صبح جو ٿڌي هير گُھلندي آهي. |
| هوريان | آہستہ | علي هوريان هوريان لکندو آهي. |

# نصر پور

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| جهونن | قديم | نصر پور سنڌ جي جهونن شهرن مان هڪ آهي. |
| هاڪ | شهرت | اجرڪ جي هاڪ ڏيهه، پرڏيهه آهي. |
| ڏيهه | ديس | اسان جي ڏيهه جو نالو پاڪستان آهي. |
| پرڏيهه | پرديس | منهنجو دوست پرڏيهه ۾ رهندو آهي. |
| جوڙائي | بنوائي | قبائين مسجد مائي خيري جوڙائي هئي. |
| اوج | عروج | سنڌي ادب جو اوج اڄ تائين قائم آهي. |

# جهڙو راڄ تهڙو ڀاڳ

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| گهڻ | زياده | شاهه صاحب زندگي جو گهڻو حصو سير ۽ سفر ۾ گذاريو. |
| قول | وعده | مسلمان کي قول جو پڪو هئڻ گهرجي. |
| خونريزي | قتل و غارت | جنگ ۽ جهيڙي ۾ تمام گهڻي خونريزي ٿيندي آهي. |
| تحفي | سوغات | اجرڪ تحفي طور به ڏني ويندي آهي. |
| ٻيلي | دوست | اسلم ۽ ارشد پاڻ ۾ ٻيلي آهن. |
| آزمودو | امتحان | سچي دوست جو آزمودو نه وٺڻ گهرجي. |
| پرجا | عوام | حاڪم کي پنهنجي پرجا جو خيال رکڻ گهرجي. |
| نيٺ | آخر ڪار | علي نيٺ محنت ڪري امتحان ۾ پاس ٿي ويو. |
| جابلو | پهاڙ | افغانستان ۾ ڪيترائي جابلو علائقا آهن. |
| ڪڙمي | ڪسان | اسان جي ملڪ جا ڪڙمي ڏاڍا محنتي آهن. |
| واٽ | رستو | ڪالهه مون واٽ تي هلندي هڪ نانگ ڏٺو. |

# وائي (نظم)

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| آڳي | پهلي | رب سائين آڳي آسمان پيدا ڪيو. |
| اُڀ | آسمان | رات جو اُڀ تارن سان ڀريل هوندو آهي. |
| ڀلي | اڇي | رابيل تمام ڀلي ڇوڪري آهي. |
| ڀون | زمين | پاڪستان جي ڀون تمام گهڻي زرخيز آهي. |
| پسارا | نظارے | هن فاني دنيا جا پسارا ڪوڙا آهن. |
| ڏون | دو | هي فاني دنيا ڏون جي آهي. |

# نيڪي (نظم)

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| قلب | دل | قلب کي الله تعاليٰ جي ذڪر سان روشن ڪرڻ گهرجي. |
| رضا | رضا مندي | اسان کي الله تعاليٰ جي رضا جو خيال رکڻ گهرجي. |
| توفيق | همت | شال الله تعاليٰ اسان کي سڌي واٽ تي هلڻ جي توفيق ڏئي. |
| نوڙي | جهڪ ڪر | اسان کي نوڙي هلڻ گهرجي. |
| ارجمندي | قدروقيمت | ارجمندي حاصل ڪرڻ لاءِ نوڙي هلڻ گهرجي. |

# ڏيئو (نظم)

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| ڪڪائڻ | تنڪا | ڏيئو ڪڪائڻ گهرن کي روشن ڪري ٿو. |
| ڪڙمين | ڪسانن | ڏيئو ڪڙمين جي ڪم ڪار ۾ مدد ڪندو آهي. |
| سُهائي | روشني | ڏيئو پاڻ سڙي ٻين تائين سُهائي پهچائي ٿو. |
| سراسر | برابر | ڏيئي ۾ سراسر سچائي رکيل آهي. |
| لاٽ | لو | هوا لڳڻ سان ڏيئو پنهنجي سر لاٽ کي جهڪائي ٿو. |

# ٻڌايون سُک جو ڪو سنسار (نظم)

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| حقارت | نفرت | اسان کي غريبن سان حقارت نه ڪرڻ گهرجي. |
| ڪينو | ڪينه | اسان کي پنهنجي دل ۾ ڪنهن لاءِ به ڪينو نه رکڻ گهرجي. |
| ساڙ | جلن | اسان کي ڪنهن جي ڪاميابي تي ساڙ نه ڪرڻ گهرجي. |
| سنسار | دنيا | هن سنسار جو مالڪ ۽ خالق ڏاڍي سگهورو آهي. |
| ڪدورت | ميل رکڻا | مسلمانن کي پاڻ ۾ ڪدورت نه رکڻ گهرجي. |
| اڙدايون | غرور | اسان کي پاڻ منهنجا ذات پات جون اڙدايون ختم ڪرڻ گهرجن. |

# پيارا وطن (نظم)

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| هاڪارا | مشهور | پاڪستان ۾ ڪيتريون ئي هاڪارا جايون آهن. |
| جياپو | زندگي | هوا ۽ پاڻي جاندارن جو جياپو آهي. |
| سرس | بي حد | اسان جو وطن سرس سهڻو آهي. |
| سونهارا | خوبصورت | اسان جي وطن ۾ ڪيترائي سونهارا علائقا آهن. |
| گهوري | قربان | هوش محمد شيدي پنهنجي وطن تان جان گهوري ڇڏي. |
| مٽ | ثاني | اسان جي دين جو مٽ ٻيو ڪو به دين ڪونهي. |
| هڳاءُ | خوشبو | اسان جي ديس جي مٽي ۽ هوائن ۾ هڳاءُ آهي. |

# هاري (نظم)

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| سگهارا | طاقتور | اسان جي ملڪ جا هاري سگهارا ۽ محنتي آهن. |
| مهل | وقت | اسان کي هر ڪم مهل تي ڪرڻ گهرجي. |
| ساجهر | سويرے | علي ساجهر اُٿي پهريان نماز ادا ڪندو آهي. |
| سنگ | ساتهه | هاري جي محنت سان سُک جو سنگ ملي ٿو. |
| ڪڻي | دانے | هاري هڪ هڪ ڪڻي جي سنڀار ڪندو آهي. |
| ڪيچ | انبار | هاري پنهنجي محنت سان ڪڻي مان ڪيچ خرار پيدا ڪندو آهي. |
| ڳُڻ | گُن | هاري جي محنت جو زمانو ڳُڻ ڳائي ٿو. |

سوال نمبر ٣ (الف)    هيٺين مان ڪن به ڇئن لفظن جا ضد لکو:    (٣)

## حجتہ الوداع وارو خطبو

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اُڌاري | روڪڙي | آقا | غلام | حرام | حلال | پڇاڙي | اڳياڙي |
| عجمي | عربي | انتها | ابتدأ | | | | |

## اتحاد ، تنظيم ۽ يقين محڪم

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آسمان | زمين | رهبر | رهزن | صحيح | غلط | ڪاميابي | ناڪامي |

## مولانا دين محمد وفائي

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪمال | زوال | انتها | ابتدأ | اعليٰ | ادنيٰ | گهٽ | وڌ |
| ولادت | وفات | والد | والده | خلاف | حمايت | خادم | مخدوم |

## مائي خيري

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سخي | ڪنجوس | نيڪ | بد | کليل | بند | خوشي | غمي |
| ڳوٺن | شهرن | اميري | غريبي | خاص | عام | سرڻ | جيئڻ |
| عوام | خاص | | | | | | |

## خط

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نئون | پراڻو | ڪاميابيون | ناڪاميون | قديم | جديد | پڪيون | ڪچيون |
| شهر | ڳوٺ | خراب | سنو | | | | |

# بين الاقوامي عدالت

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تڪرار | نبيرو | جنگ | امن | نقصان | فائدو | خالي | ڀريل |
| شهر | ڳوٺ | سڄو | اڌ | ڪليل | بند | ملڪي | غيرملڪي |

# ميرن جي دربار

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آخر | اول | ڏيهي | پرڏيهي | تعريف | ڳِلا | گُل | ڪنڊو |
| ڳوڙ | سانت | مهمان | ميزبان | مرد | عورت | پريرو | ويجهو |
| اُچا | سادا | ڌاريا | پنهنجا | | | | |

# ڪينجهر ڍنڍ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اونهو | تراڪڙو | نئون | پراڻو | آباد | برباد | ڪچا | پڪا |
| ڀيراندي | سيراندي | ڪاميابيون | ناڪاميون | هيٺ | مٿي | اڳتي | پوئتي |

# وائي (نظم)

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آڳي | پوءِ | اُڀ | ڀون | ڀلي | بُري | ڪوڙي | چڱي |

# نيڪي (نظم)

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪرم | ستم | نيڪي | بدي | بلندي | پستي | بُرائي | ڀلائي |

# پيارا وطن (نظم)

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| دوست | دشمن | ديس | پرديس | ڪوسو | ٿڌو | مٺا | ڪڙا |

**سوال نمبر ٣ (ب) هيٺين مان ڪن ٻه ٽن جا مذڪر يا موءُنث لکو: (٣)**

| مذڪر | موئنث | مذڪر | موئنث | مذڪر | موئنث | مذڪر | موئنث |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| چاچو | چاچي | ماستر | ماسترياڻي | ڀاءُ | ڀيڻ | هرڻ | هرڻي |
| مڙس | زال | ڀولڙو | ڀولڙي | گهوٽ | ڪنوار | ٻڪر | ٻڪري |
| ساسو | مامي | مور | ڍيل | شهزادو | شهزادي | سهرو | سسَ |
| ڏاند | ڳئون | ڍڳو | ڍڳي | گهيٽو | رڍ | نانگ | نانگڻ |
| هاٿي | هاٿڻ | استاد | استادياڻي | هاري | هارياڻي | سان | مينهن |
| ادو | ادي | پاڏو | وڇ | حاجي | حاجياڻي | جهرڪ | جهرڪي |
| نوڪر | نوڪرياڻي | مالڪ | مالڪياڻي | شاگرد | شاگردياڻي | فوجي | فوجياڻي |
| حاجي | حاجياڻي | ڊاڪٽر | ڊاڪٽرياڻي | راڻو/راجا | راڻي | پيءُ | ماءُ |
| پٽ | ڌيءَ | شينهن | شينهڻ | ڪانءُ | ڪانويلي | اُٺ | ڏاچي |
| درزي | درزياڻي | ڇوڪرو | ڇوڪري | مرد | عورت | ڪبوتر | ڪبوتري |
| ڏاڏو | ڏاڏي | ماسڙ | ماسي | گدڙ | گداڙي | گڏهُ | گڏهه |

**سوال نمبر ٣ (ج) هيٺين مان ڪن ٻه ٽن لفظن جا واحد يا جمع لکو: (٣)**

| واحد | جمع | واحد | جمع | واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| عزت | عزتون | همت | همتون | قوم | قومون | بهاري | بهاريون |
| اجرڪ | اجرڪون | مورتي | مورتيون | چادر | چادرون | ڪپڙو | ڪپڙا |
| سنهو | سنها | ڳاڙهو | ڳاڙها | ڏينُ | ڏينَ | مسڪينُ | مسڪينَ |
| قرضُ | قرضَ | مرض | مرضَ | زال | زالون | راند | رانديون |
| ڪرسي | ڪرسيون | ڇوڪري | ڇوڪريون | عورت | عورتون | پئسو | پئسا |
| ڪٽ | ڪٽون | ڀيڻ | ڀيڻيون | ٻولي | ٻوليون | ريبو | ريبا |
| ميز | ميزون | اک | اکيون | ڄڀي | ڄڀيون | ڪنيز | ڪنيزون |
| عزت | عزتون | همت | همتون | قوم | قومون | بهاري | بهاريون |
| مدرسو | مدرسا | قبيلو | قبيلا | ڀاءُ | ڀائر | ڪتابُ | ڪتابَ |
| ڀينر | ڀينرون | ڪنارو | ڪنارا | مند/منڊُ | مندون/منڊَ | موسم | موسمون |
| جيوڙو | جيوڙا | اسڪولُ | اسڪولَ | | | | |

سوال نمبر ٣ (د): هيٺين مان ڪن به ٻن جي تعريف مثالن سان ڏيو: (٣)

# گرامر

سوال گرامر ڇا آهي؟

گرامر هڪ اهڙو قائدو آهي جنهن مان صحيح لفظن کي صحيح جڳهه تي رکي سگهجي ٿو.

Grammer is the art of putting the right words in the right places.

اسان جيڪي به لفظ ڳالهايون يا لکون ٿا اُهي پنهنجي معنٰي جي لحاظ کان انن قسمن جا آهن ۽ انهن کي ڳالهائڻ جا لفظ چئبو آهي ۽ انهن جا نالا هي آهن.

The words which were talking or writting. They are eight kinds according to thier meening and saying these parts of speech. They are:

| | |
|---|---|
| اسم | Noun |
| ضمير | Pronoun |
| صفت | Adjective |
| فعل | verb |
| ظرف | Adverb |
| حرف جر | Preposition |
| حرف جملو | Conjuction |
| حرف ندا | Inter jection |

سوال: هيٺين مان ڪن به ٻن جي تعريف مثالن سان لکو: (٣)

اسم: Noun

ڪنهن به ساهواري، جاءِ، شيءِ، ڪم ۽ حالتن جي نالي کي اسم چئبو آهي.

Noun is the name of people, animals, places and things

مثال اسلم ، مسجد ، ڪرسي، سنڌ، اسڪول، ڊاڪٽر وغيره

١: اڄ اسڪول ڪليل آهي. (اسم)

٢: هاٿي ڏگهو جانور آهي. (اسم)

٣: ڪتاب ميز تي رک. (اسم)

ضمير Pronoun

اُهي لفظ، جيڪي جملي ۾ اسم جي بدران ڪم اچن، تن کي ضمير چئبو آهي.

Words that stand instead of nouns are called Pronouns.

مثال هو، هوءَ، اهي ، اهو ، هي ، مان ، تون ،اسان،اسين وغيره

١ :مان اڄ اسڪول ويندس. (ضمير)

٢ :اسين مسلمان آهيون. (ضمير)

٣ :آءٌ اسڪول ڪونہ ويندس. (ضمير)

صفت Adjective: اهڙا لفظ جيڪي جملي ۾ اسم جوڳڻ، اوڳڻ،قسم، انداز، مقدار،قد،رنگ ۽ ذائقو ڏيکارين تنهن کي صفت چئبو آهي.

Adjective is a word which shows virtue, vice, quality, quantity of noun

مثال: بهادر، سنو، سنهو ، ٿلهو، ڳاڙهو، سڙيل ، سهڻو،ڪوجهو،اڻاٽو وغيره

١ :هي انب سنو آهي. (صفت)

٢ :علي بهادر ڇوڪرو آهي. (صفت)

٣ : هي انگور ڪٽا آهن. (صفت)

فعل:verb: اهڙا لفظ جيڪي جملي ۾ هئڻ،ٿيڻ ۽ ڪرڻ جي معنيٰ ڏيکارين تن کي فعل چئبو آهي.

Verb is a word which tells us about an action, state of being and having

مثال :لکڻ ، پڙهڻ، پچائڻ ۽ کيڏڻ،سبڻ، ٿئي ٿو، ٿيندو وغيره

١ :اسلم خط لکي ٿو. (فعل)

٢ :درزي ڪپڙا سبي ٿو. (فعل)

٣ :علي خط پڙهي ٿو. (فعل)

ظرف :Adverb :اهي لفظ جيڪي جملي ۾ فعل، صفت ۽ ٻئي ظرف سان لڳي، ان منجهان وقت، جاءِ ريت ، قدر،انڪار يا اقرار جي معنيٰ ڏيکارين تن کي ظرف چئبو آهي

The words that shows relation with verb, adjectives and other adverbs in the sentence and in clicate time place, manner and degreewerecalled Adverbs

مثال: اڄ، سياڻي، هينان،نہ ، هينئر ، شام ، ڏينهن، تکو وغيره

١ :اڄ اسڪول بند آهي. (ظرف)

٢ :مان اسڪول ڪونہ ويندس. (ظرف)

٣ :ٻاهر ڏاڍي گرمي آهي. (ظرف)

حرف جر :Preposition: اهڙا لفظ جيڪي جملي ۾ ٻن اسمن يا ضميرن کي پاڻ ۾ ملائين يا فعل سان لڳي جملي جو صحيح مطلب ظاهر ڪن تنهن کي حرف جر چئبو آهي.

مثال: تي، ۾، جو، کي، جا، سان، کان، وٽ وغيره

١: گلاس ۾ پاڻي آهي. (حرف جر)

٢: ڪتاب ميز تي رک. (حرف جر)

٣: احمد جو اسلم دوست آهي. (حرف جر)

Preposition is a word put before a noun or pronoun and shows relation of one noun to another in the sentence

حرف جملو: Conjuction: اهڙا لفظ جيڪي ٻن لفظن، ٻن فقرن ۽ ٻن جملن کي پاڻ ۾ ملائين تنهن کي حرف جملو چئبو آهي.

Conjuction is a word, that joins to gather words, phrases or sentences

مثال: ۽، يا، پر، جيڪڏهن، ته، ڇاڪاڻ ته وغيره

١: محنت ڪنداسين ته ڪامياب ٿينداسين. (حرف جملو)

٢: احمد ۽ علي دوست آهن. (حرف جملو)

٣: مان احمد جي گهر ويس پر هو ڪونه مليو. (حرف جملو)

حرف ندا: Interjection: اُهي لفظ جيڪي جملي ۾ خوشي، غمي، افسوس، تعجب، حسرت کي ظاهر ڪن، تن کي حرف جملو چئبو آهي.

Interjection is a word or phrase, that we used to express sudden feeling of surprise, pleasure, pain, hatred etc.

مثال: هاءِ هاءِ! شاباش! الله اڪبر! گهوڙا ڙي! مار وغيره

١: يار! اڄ ڪيڏو نه طوفان آيو آهي.

٢: واهه واهه! اسان ميچ کٽيو.

# مشق :

هينين لفظن جي گرامر جي لحاظ کان سڃاڻپ ڪريو .

١ احتشام هڪ سنو ڇوڪرو آهي . ( ) ( )

٢ آءُ اسڪول وڃان ٿو . ( ) ( )

٣ اسان ڪي سياڻي موڪل آهي . ( ) ( )

٤ اسلم ماني کائي ٿو . ( ) ( )

٥ يار! اڄ ڪيڏو نه طوفان آيو آهي . ( ) ( )

٦ گلاب جو گل سيني گلن کان سهڻو آهي . ( ) ( )

٧ مون تنهنجو سبق ياد ڪري ڇڏيو آهي . ( ) ( )

٨ آءُ روزانو اسڪول ويندو آهيان . ( ) ( )

٩ طارق هڪ سٺو ڇوڪرو آهي . ( ) ( )

١٠ اڪرام هڪ سٺو لائق ڊاڪٽر آهي . ( ) ( )

١١ اڄ خميس جو ڏينهن آهي . ( ) ( )

١٢ ڇوڪريون ڪيڏڻ آيون پر راند نه ٿي سگهي . ( ) ( )

١٣ گلاب جا گل گاڙها ٿيندا آهن . ( ) ( )

١٤ واهه واهه! سون کي انعام مليو . ( ) ( )

١٥ فرزانه هاڻي اچي ٿي . ( ) ( )

١٦ ڪتاب ميز تي رکيل آهي . ( ) ( )

حصو «ج» تفصيلي سوالن جا جواب (٢٤)

سوال نمبر٥: هيٺين ڪنهن به هڪ عنوان تي مضمون لکو: (٦)

# ڪمپيوٽر جا فائدا

ڪمپيوٽر موجوده دور جي اهم ايجاد آهي ڪمپيوٽر هڪ خودڪار مشين آهي، جيڪا انگ اکر ڳڻڻ ۽ ترتيب ۾ رکڻ سميت بي شمار اهم ڪمن لاءِ استعمال ٿئي ٿي - هن وقت ڪمپيوٽر انساني زندگي جي اهم ضرورت بڻجي چڪو آهي. ڪمپيوٽر انساني محنت، مشقت ۽ وقت بچائڻ جي نظريئي تحت ايجاد ٿيو هو، پر هاڻي هن جا بيا به ڪيترائي فائدا آهن، جن مان ڪجهه فائدا هي آهن،

انسان اڳ جيڪو ڪم پنهنجي دماغ ۽ هٿن سان ڏينهن، هفتن، مهينن ۽ سالن ۾ ڪندو هو اهو ساڳيو ئي ڪم هاڻي ڪمپيوٽر سيڪنڊن، منٽن ۽ ڪلاڪن ۾ ڪري ٿو ۽ اُن ۾ غلطين جو امڪان به ٻُڙي برابر آهي، ان ڪان علاوه اها به هڪ کليل حقيقت آهي ته ڪمپيوٽر هن وقت ڪيترين ئي زميواريون سنڀاليون آهن، جن ۾ ايٽمي ليباٽرين جي ڪنٽرول سان گڏ دفائي نظام جو ڪنٽرول ۽ ايميل ڪرڻ، فيس بُڪ پڻ شامل آهي.

ڪمپيوٽر جي مدد سان انسان پوري دنيا جي حالتن، مسئلن ۽ حقيقتن کان واقف ٿئي ٿو ان مطابق پنهنجي مستقبل جي رٿابندي ڪري ٿو ۽ ڪاميابي ماڻي ٿو. مطلب ته هن ڳالهه کان به انڪار ڪري نٿو سگهجي ته الله سائين جي طرفان مليل عقل جي ذريعي انسان ڪمپيوٽر وسيلي بيشمار فائدا حاصل ڪري رهيو آهي ۽ مستقبل ۾ پڻ جاري رکڻ جو خواهشمند آهي.

سچ هي آهي ته ڪمپيوٽر هن صدي جي عظيم ترين ۽ جديد ايجاد آهي، جنهن انسان ذات کي انيڪ فائده رسايا آهن.

# ڪراچي شهر

ڪراچي پاڪستان جو سڀ کان وڏو صنعتي ۽ ڪاروباري شهر آهي. هي شهر پاڪستان جي ڏاکڻي صوبي سنڌ ۾ واقع آهي. جيڪو عربي سمنڊ جي ڪناري آباد آهي. غير سرڪاري انگن اکرن موجب سندس آبادي ٻن ڪروڙن کان به مٿي آهي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪراچي کي پاڪستان جو گادي جو هنڌ بڻايو ويو، پر ڪجهه انتظامي معاملن سبب اسلام آباد نالي هڪ نئون شهر آڏائي ڪيس گا دي جو هنڌ بڻايو ويو، جنهن ڪري ڪراچي جي وفاقي حيثيت ختم ٿي وئي باقي صوبائي حيثيت باقي وڃي بچي.

ڪراچي ۾ ڪيترين ئي يونيورسٽيون آهن، جنهن ملڪي توڙي غير مُلڪي شاگرد پڙهي رهيا آهن. ڪراچي ۾ ڪيترين ئي گهمڻ جون جايون آهن جهڙوڪ: ڪلفٽن، منهوڙو، ڪيماڙي، چڙيا گهر، سفاري پارڪ ۽ هاڪس بي وغيره جتي

هزارين ماڻهو پنهنجن ٻارن ٻچن سميت گهمڻ ايندا آهن . شهر ۾ ڪيترائي خريداري جا مرڪز آهن جتي هر وقت ماڻهو خريداري ڪندي نظر ايندا آهن، رات ٿيندي ئي روڊن تي رنگا رنگي بتيون ٻري وينديون آهن، جنهن سان شهر جي رونق اڃا به وڌي ويندي آهي، ان ڪري ڪراچي کي روشنين جو شهر پاڪستان جو دل به چئبو آهي . ڪراچي ۾ ڪيتريون ئي وڏيون عمارتون آهن.جن ۾ ايم سي بي عمارت سڀ کان وڏي عمارت آهي.

هن شهر کي پاڪستان جي باني قائد اعظم محمد علي جناح جي قبر هئڻ ڪري خاص اهميت حاصل آهي قائد اعظم جي مزارتي روزانو ڪيترائي ملڪي ۽ غير ملڪي اڳواڻ، عام شهري ۽ سياح حاضري ڀرڻ لاءِ ايندا آهن .

شال الله تعاليٰ اسان جي پياري شهر ڪراچي کي هميشه خوشحال ۽ آباد رکي . (آمين)

# ڪلفٽن جو سير

اونهاري جون موڪلون هيون گرمي پنهنجي اوج تي هئي- اسان سڀني گهروارن ڪنهن تفريحي هنڌ جو سير ڪرڻ ٿي چاهيو- سڀني گهروارن جي راءِ هئي ته هن ڀيري ڪلفٽن تي پڪنڪ ملهائڻ گهرجي-

ٻئي ڏينهن آچر تي اسان کا ڌي پيتي جو سامان پاڻ سان کڻي وين ۾ چڙهي شهر جي پررونق ۽ خوبصورت نظارن مان لطف اندوز ٿيندا اچي ڪلفٽن تي پهتا سين- ڪلفٽن تي واهه جو چهچٽو لڳو پيو هو، ماڻهن جا حشام آيل هئا، اُهي به گرمي کان بيزار ٿي هتي گهمڻ آيل هئا ،ڪيترائي ٻار، جوان توڙي پوڙها سمنڊ ۾ وهنجي رهيا هئا- اسا ن به وهنجڻ لڳا سين، وهنجڻ کان پوءِ اسان اُٺن ۽ گهوڙن جي سواري جو به مزو ورتو ۽ اُنهن تي چڙهي فوٽو به ڪڍرايا-

سمنڊ کان پوءِ اسين پينگهن ڏانهن آيا سين، جتي ڪيترائي ماڻهو بجلي تي هلندڙ پينگهن تي لُڏي رهيا هئا، اسان به انهن پينگهن ۾ لُڏي خوب مزو ورتو سين ان کان پوءِ اسان پارڪ ۾ ويهي پاڻ سان آندل منجهند جي ماني کاڌي. ماني کائڻ کان پوءِ اسين مڇيگهر ڏسڻ ويا سين، اتي اسان پاڻي ۾ ترندڙ شيشي اندر بند ڪيترن ئي قسمن جون سامونڊي مڇيون ڏسي قدرت جي ڪرشمي تيدنگ رهجي ويا سين، ان کان اڳ اسان ايتريون سهڻيون مڇيون ڪڏهن به ڪونه ڏٺيون هيون-

مڇي گهر ڏسڻ کان پوءِ اسين حضرت عبد الله شاه غازي جي مزار تي پهتا سين، جيڪا سمنڊ جي ڪناري هڪ ٽڪري تي اڏيل آهي،جتي هر روز هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو حاضري ڀريندا آهن، اسان به هن بزرگ جي مزار تي حاضري ڀري دُعا گهري سين- هاڻي اسان تمام گهڻا ٿڪجي پيا هئا سين ۽ سج به لهڻ وارو هو، ان ڪري وين ۾ چڙهي گهر ڏانهن روانا ٿيا سين ۽ اٽڪل اٺين وڳين گهر پهتا سين-

# اسان جو اسڪول

اسان جي اسڪول جو نالو ا – ب – ج سيڪنڊري اسڪول آهي، جيڪو ڪراچي جي پررونق ۽ خوبصورت علائقي ا – ب – ج ۾ واقع آهي- اسان جو اسڪول هن علائقي جو هڪ بهترين ۽ مثالي اسڪول آهي جنهن ۾ اٽڪل هڪ هزار ڪان به مٿي شاگرد ۽ شاگرد ياڻيون تعليم حاصل ڪري رهيون آهن. اسان جي اسڪول جي عمارت ڪشاده ۽ عاليشان آهي جنهن ۾ پنهنجويهه «٢٥»

ڪلاس روم، هڪ هيڊ ماسٽر جي آفيس، ماستر ۽ ماستر ياڻين جي ويهڻ لاءِ هڪ اسٽاف روم، آڪائونٽنٽ جي آفيس ۽ هڪ شاندار ڪينٽين به آهي. اسان جي اسڪول ۾ فزڪس، ڪيمسٽري، بائيولاجي ۽ ڪمپيوٽر سائنس لاءِ الڳ الڳ ليباٽريون آهن، جتي اسين پريڪٽيڪل ڪندا آهيون. ان ڪان سواءِ اسان جي اسڪول ۾ هڪ وڏي لائبريري به آهي، جنهن ۾ بيشمار قيمتي ۽ ناياب ڪتابن جو هڪ سٺو ذخيرو پڻ آهي، جنهن ۾ اسين فارغ وقت ۾ مطالعو به ڪندا آهيون. اسان جي اسڪول ۾ هڪ وڏو راند جو ميدان به آهي. جنهن ۾ اسين رسيس(هاف) ٽائم ۾ راند ڪندا آهيون. اسان جي اسڪول ۾ ڪرڪيٽ، هاڪي، والي بال ۽ بيڊمنٽن جون ٽيمون به آهن، جيڪي راندين جي ميلي ۾ اول نمبر ايندڙيون آهن.

اسان جي اسڪول جا استاد ۽ استاديائيون ڏاڍا محنتي، تعليم يافته ۽ تجربيڪار آهن. جيڪي اسان کي محنت ۽ شفقت سان پڙهائين ٿا، جنهن سبب اسان جي اسڪول جو نتيجو بورڊ جي امتحان ۾ تمام سٺو ۽ نمايان ايندو آهي. اسان جي اسڪول مان فارغ التحصيل ٿيل شاگرد ۽ شاگرديائيون زندگي جي مختلف شعبن ۾ ملڪ جي ترقي ۽ خوشحالي لاءِ خدمتون سر انجام ڏيئي رهيا آهن.

منهنجي دُعا آهي ته اسان جو اسڪول ڏينهن رات ترقي ڪندو رهي ۽ هميشه قائم دائم رهي جيئن تارن ۾ چنڊ. «آمين»

# منهنجي پسنديده شخصيت /قومي هيرو/ قائداعظم

ماڻهو سڀ نه سهڻا پکي سڀ نه هنج

ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهه اچي بوءِ بهار جي

قومن ۽ ملڪن جي تاريخ ۾ ڪجهه هستيون ۽ ماڻهو اهڙا هوندا آهن، جن جو مان ۽ مرتبو، عزت ۽ عظمت جبل وانگر اُچي ۽ شاناٽي هوندي آهي. آءُ اڄ هتي هڪ اهڙي ئي شخصيت جي باري ۾ مضمون لکي رهيو آهيان جيڪو اسان جي ملڪي تاريخ ۾ **«قومي هيرو»** جو درجو رکي ٿو، ۽ اُها آهي- **«منهنجي پسنديده شخصيت»** ۽ پاڪستان جو باني **قائداعظم محمد علي جناح،**

جنهن جي مسلسل محنت ۽ ڪوشش سان اسان جو هي پيارو وطن آزاد ٿيو.

قائد اعظم محمد علي جناح ٢٥ ڊسمبر ١٨٧٦ع ۾ ڪراچي ۾ پيدا ٿيو. سندس والد هڪ واپاري هو، هن مئٽرڪ جو امتحان «سنڌ مدرسته الاسلام» ڪراچي مان پاس ڪيو ۽ اعلي تعليم لاءِ انگلينڊ روانو ٿيو. ولايت مان قانون جي ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوءِ بمبئي ۾ اچي وڪالت ڪرڻ لڳوانهن ڏينهن سڄي برصغير هندوستان تي انگريزن جو راج هو، ۽ مسلمان انگريزن کان آزاد ٿيڻ ٿي چاهيا.

قائد اعظم به مسلم قوم سان گڏجي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ مُسلم ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ ڏينهن رات مسلمانن جي آزادي لاءِ ڪوششون ڪرڻ لڳو، آخر ڪار لاڳيتي ڪوشش ۽ محنت سان قائد اعظم ۽ سندس ساٿي ڪامياب ٿيا ۽ اسان جو پيارو وطن پاڪستان ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ع تي هڪ آزاد اسلامي ملڪ جي حيثيت سان دنيا جي نقشي تي نمودار ٿيو.

قائد اعظم محمد علي جناح پاڪستان جو پهريون گورنر جنرل مقرر ٿيو، پر اسان سان گڏگهڻو وقت رهي نه سگهيو ۽ هن فاني دنيا مان ١١ سيپٽمبر ١٩٤٨ع تي رحلت ڪري ويو ۽ سندس مزار سنڌ جي سڀ کان وڏي شهر ڪراچي ۾ تعمير ٿيل آهي، جتي هر روز هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو گڏ ٿيندا آهن ۽ سندس روح کي ثواب پهچائڻ لاءِ فاتح پڙهندا آهن.

# **ڪينجهر ڍنڍ جو سير**

اونهاري جون موڪلون هيون گرمي پنهنجي اوج تي هئي. اسان سڀني گهروارن گڏجي فيصلو ڪيوته هن ڀيري ڪلفٽن جي بجاءِ ڇو نه سنڌ جي مشهور ۽ تاريخي **«ڪينجهر ڍنڍ»** جو سير ڪيو وڃي **ان لاءِ** متفقه طور آچر جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو ۽ اسين سڀ تيارين ۾ لڳي ويا سين.

ٻن ڏينهن کان پوءِ آچر جو ڏينهن آيو ۽ اسان سڀ گهروارا هڪ ويگن ۾ سوارٿي **ڪينجهر ڍنڍ** ڏانهن روانا ٿيا سين، رستن ۾ مختلف ٻنين، باغن ۽ ٻين نظارن سان لطف اندوز ٿيندا اٽڪل ٽن ڪلاڪن کان پوءِ اسين **ڪينجهر ڍنڍ** تي پهتا سين. اُتي اسان هڪ سواڙ تي جاءِ ورتي، جنهن ۾ اسان پاڻ سان آندل کاڌي پيتي جو سامان رکي پوءِ ڍنڍ ڏانهن روانا ٿياسين، پاڻي ۾ بيشمار ٻار، نوجوان، پوڙها، عورتون ۽ مرد وهنجي رهيا هئا ته ڪي وري ٻيڙين ۽ لانچن تي چڙهي ڍنڍ جو سير ڪري رهيا هئا، اسان به وهنجڻ لڳاسين، وهنجڻ کان پوءِ ٻيڙي تي چڙهي ڍنڍ جو سير ڪيو، اُن کان پوءِ مڇين جو شڪار پڻ ڪيو شڪار کان فارغ ٿي منجهند جي ماني کاڌي ۽ پوءِ سنڌ جي مشهور راڻي **نوري ڄام تماچي** ۽ سندس مرشد **هوندڙي شاهه** جي مزار تي لانچ ذريعي حاضري ڀرڻ لاءِ پهتا سين، اُتي دُعا گهرڻ کان پوءِ واپس ڍنڍ جي ڪناري آيا سين. هاڻي اسين ڪافي ٿڪجي پيا هئا سين، ان ڪري واپسي جون تياريون شروع ڪيون واپسي سوڌي اسان سنڌ جي تاريخي **مڪلي قبرستان** جو سير پڻ ڪيو، ان کان پوءِ **شاهه جهان مسجد** به ڏٺي، جنهن کي سؤ گنبذن واري مسجد به چيو آهي، مسجد ڏسڻ کان پوءِ اسين گهر ڏانهن روانا ٿيا سين ۽ اٽڪل رات جو انين لڳين گهر پهتا سين-

# منهنجو استاد

علم هڪ اهڙي شيءِ آهي، جنهن سان اسان جهالت جي اونداهي کي ختم ڪري سگهون ٿا. اسان جي مذهب اسلام ۾ علم حاصل ڪرڻ هر مسلمان مرد توڙي عورت تي فرض آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي «**مون کي معلم بڻائي ڪري موڪليو ويو آهي**»اُڳتي فرمايائين علم حاصل ڪريو ان لاءِ اوهان کي چو نه چين به وڃڻو پوي. تعليم ڏيڻ ۽ سنڌي تربيت حاصل ڪرڻ انبيأ الاسلام جي سنت ۽ طريقو آهي. علم حاصل ڪرڻ جي ايتري وڏي اهميت آهي ته پوءِ علم سيکارڻ واري جي ڪيتري وڏي شان هوندي. علم سيکارڻ واري کي **استاد** چئبو آهي.

منهنجو استاد به هڪ اهڙي ئي شخصيت آهي، جيڪو پنهنجي علمي قابليت ۽ علمي ڪردار سان شاگردن کي مثالي تدريس ڏئي رهيو آهي. منهنجو استادعلم سيکارڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. منهنجي استاد جي تعليم **ايم اي( سنڌي) ۽ بي ايڊ** آهي، جيڪو اسان کي سنڌي پڙهائيندو آهي، سنڌي ٻولي هوئڻ به ڳالهائڻ ۾ مٺي ۽ دنيا جي قديم ٻولين مان هڪ ٻولي آهي،ان ڪري اسان کي پڙهڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو آهي منهنجو استاد نهايت قابل ۽ پنهنجي مضمون تي مڪمل دسترس رکڻ وارو آهي. ٻارن جي نفسيات کان به مڪمل واقفيت رکندڙ آهي. اسان تمام ڪلاس جا شاگرد پنهنجي استاد جو احترام ۽ عزت ڪندا آهيون ۽ انهي جي ڏنل تعليم ۽ ٻڌايل ڳالهين تي اسان عمل ڪندا آهيون. اسان جي ڪلاس پنهنجي استاد جي تدريس کان مڪمل طورتي مطمئن ۽ خوش آهي.

اسان جي دُعا آهي اسان جو استاد هميشه اهڙي محنت،ايمانداري ۽ لگن سان شاگردن کي علمي دولت سان مالا مال ڪندو رهي. آخر ۾ وري چوندس ته منهنجو استاد پڙهائڻ ۽ سمجهائڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

# بهار جي موسم

قدرت پنهنجي نظام هستي کي صحيح رکڻ لاءِ پنهنجي موسمن کي وقت تي بدلائيندي رهندي آهي. جيڪا دنيا جي رونق ۽ دنيا جي آبادي لاءِ ضروري آهي، جيڪڏهن دنيا ۾ هڪ ئي موسم هجي ته هن ڌرتي تي انسان ۽ حيوان جيئرو رهي نه سگهندا.

اسان جي ملڪ ۾ چار موسمون هلنديون آهن، **سيارو، اونهارو، بهار ۽ خزان. موسم بهار** سيني موسمن جي سرتاج آهي، پر هي موسم صرف هڪ مهيني ۾ قدرت جا حسين رنگ ڏيکاري ختم ٿي وڃي ٿي. ڪائنات جي هر شيءِ، انسان، جانور ۽ ٻوٽا سيني جي اهائي خواهش هوندي آهي ته ڪاش سدائين اهائي مُند رهي، شاعر ۽ اديب ته هن مُند تي پنهنجي جان ڏيندا آهن.

بهار جي موسم ۾ هر طرف ساوڪ ئي ساوڪ نظر ايندي آهي ۽ هر طرف شادابي جي چادر وڇايل هوندي آهي، باغن ۾ سڙيل ٻوٽا به ساوا ٿي پوندا آهن. هن موسم ۾ گل ٽڙن ٿا، ڀنورا، بلبل ۽ ٻيا پکي پنهنجن سُريلن آوازن ۾ گيت ڳائن ٿا، هر هنڌ

شادابي تي ويندي آهي. بهار جي موسم انسان لاءِ الله تعاليٰ جي طرفان مليل نعمتن مان هڪ وڏي نعمت آهي، هن موسم ۾ انسان جي طبيعت هر وقت خوشگوار رهي ٿي. **بهار جي موسم پنهنجي** ڪيفيت جي لحاظ کان سڀ کان بهترين موسم آهي.

جيڪڏهن ڪنهن کي قدرت جي نظام جي سونهن ڏسڻي هجي ته هُو بهار جي موسم ۾ ڪنهن باغ ۾ هليو وڃي، قدرت جي نظام هستي ۽ ڪرشمي تي انسان دنگ رهجي ويندو. بهار جي موسم ۾ گل، ٻوٽا پنهنجي جوبن ۾ اچي ويندا آهن ۽ هر طرف پنهنجي خوشبو پکيڙيندا آهن، بهار جي موسم ۾ رڻ به گلشن ٿي پوندا آهن.

## منهنجو پسنديده شاعر / شاه عبد اللطيف ڀٽائيؒ

سنڌي ٻولي به ٻين زنده ٻولين وانگر ڪيترائي شاعر پيدا ڪيا آهن. انهن مان ڪي غزل گو شاعر آهن ته ڪي مرثيه گو ته ڪن جو لاڙو صوفيانه ڪلام ڏئي آهي هر هڪ شاعر جي ڪانه ڪا خوبي موجود آهي، پر **منهنجو پسنديده شاعر** ۽ شاعرن جو سر تاج «**حضرت شاه عبد اللطيف ڀٽائيؒ**» آهي شاه صاحب ١٦٩٠ع ۾ هالا حويلي ۾ ڄائو هو، سندس والد جو نالو **شاه حبيب** آهي ۽ سنڌ جو مشهور درويش ۽ شاعر **شاه عبدالڪريم بُلڙي** وارو سندس ڏاڏاڏو هو.

شاه صاحب سير ۽ سفر جو ڪوڏيو هو ۽ راڳ سنڌ سان روح جي راحت هئي. پنهنجي حياتي جو گهڻو حصو سير ۽ سفر ۾ گذاريائين شاه صاحب پاڻ سان قرآن شريف، مولانا روم جو رسالو ۽ شاه عبدالڪريم جو رسالو گڏ رکندو هو. شاه صاحب هڪ انسان دوست شاعر آهي ۽ شاه صاحب جو پيغام امن ،محبت ۽ ڀائيچاري جو پيغام آهي؛ اهوئي سبب آهي ته شاه صاحب پنهنجي بيتن ۾ سنڌ سڪارسان گڏ پوري دنيا جي آباد ٿيڻ جي دُعا ٿو گهري شاه صاحب فرمائي ٿو ته:

**سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار**

**دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين**

شاه صاحب ۾ منظر نگاري، تخليق جي بُلندي ۽ شاعرانه خوبيون موجود آهن، جنهن ۾ سسئي، مومل، مارئي ۽ ٻين ڪردارن ۾ جان وجهي ڇڏي ۽ انهن کي حيات و جاودان بخشو اٿس ـ انهي مان خبر پوي ٿي ته شاه صاحب چوٽي جو شاعر آهي ـ شاه جو ڪلام به موجود آهي، جنهن کي **شاه جو رسالو** ڇئبو آهي، جيڪو سندس شخصيت کي نمايان ڪري ٿو. سنڌ جي هي عظيم هستي ١٧٥٢ع ۾ وفات ڪئي، سندس مزار ڀٽ شاه ۾ آهي، جتي صفر مهيني جي ١٤ تاريخ تي هڪ شاندار ميلو لڳندو آهي ـ جنهن ۾ شاه صاحب جا فقير شاه صاحب جو ڪلام ڳائي ماحول تي وجد طاري ڇڏيندا آهن.

# چانڊوڪي رات

ربّ سائين جون اسان انسانن تي بي انداز ۽ اڻ ڳڻپ عنايتون ۽ مهربانيون آهن . اهڙين مهربانين ۽ نعمتن مان **چانڊوڪي رات** به هڪ وڏي نعمت آهي، **چانڊوڪي رات** ۾ هر شي دلڪش ۽ سهڻي لڳندي آهي ۽ سندس هر شي جي سوڀيا وڌي ويندي آهي ، ان

ڪري اسان دوستن پروگرام ناهيو ته اڄ ڪالهه بهار جي موسم آهي ۽ **چانڊوڪي رات** به اچڻ واري آهي، ڇو نه قدرت جي حسين نعمت جو مزو وٺجي .

آخر اسان جو انتظار ختم ٿيو ۽ اڄ **چانڊوڪي رات** اچي وئي، جنهن کي **چنڊ جي چوڏهين رات** به چئبو آهي. اسان سڀ دوست هڪ دوست جي گهر اٽڪل ڏهين وڳين گڏ ٿيا سون، اتان اڌ ڪلاڪ کان پوءِ سندس گهر جي ويجهو هڪ وڏي باغ ڏانهن راهي ٿيا سون اسان ڪائڻ پيئڻ جو سامان به پاڻ سان کنيو، جيڪو باغ ۾ پهچي هڪ بئنچ تي رکيو ۽ اسان سامهون واري بي بئنچ تي ويهي هڪ ٻئي سان ڳالهيون ۽ کل يوڳ ڪرڻ لڳا سون، هر طرف روشني ئي روشني هئي ان ڪري اسان باغ کان سڌو سمنڊ ڏانهن هليا وياسون.

**چانڊوڪي رات** ۾ سمنڊ جو نظارو تمام دلفريب ۽ من کي موهيندڙ هوندو آهي، جيئن اسان سمنڊ تي پهتا سون ته ٿڌڙي ٿڌڙي هوا جا جهونڪا پئي لڳا، ائين پئي لڳو جيئن سمنڊ جو پاڻي **چانڊي جا ورق** آهن، آسمان تي ڪارا ڪڪر رڙندا رهيا ۽ چنڊ اسان جي مٿي تي اچي بيٺو يعنيٰ رات جا اٽڪل ٻه وڄڻ وارا هئا پر چنڊ جي چانڊي جي نظارن ۾ وقت جو اندازو به ڪونه هو، اُهو اهڙو نظارو هو جيڪو اسان سڀني دوستن کي موهي رهيو هو، آخر رات جي اٽڪل پوڻين پهر واپس گهر ورياسون. زندگي ۾ ڪجهه اهڙا پهر جيڪي انسان کان ڪڏهن به ڪونه وسرندا آهن، **چانڊوڪي رات** جو سير جيڪو اسان دوستن گڏجي ڪيو، اهو به اسان کان ڪڏهن به نه وسرندو.

# وقت جي پابندي

وقت انسان لاءِ هڪ قيمتي شي آهي، ان ڪري چيو ويو آهي ته **وقت جي پابندي** ۽ قدرداني انسان کي ڪامياب بڻائڻ جو هڪ بهترين اصول آهي، اُهي انسان جيڪي **وقت جي پابندي** ڪن ٿا يعنيٰ هر ڪم مقرر وقت تي ڪن ٿا. اُهي صحيح منزل ڏانهن وڌندا رهن ٿا ۽ جيڪي انسان **وقت جي پابندي** ڪونه ٿا ڪن انهن ماڻهن کي جيڪي نقصان ڏسڻا ٿا پون اُنهي جو ازالو نه ممڪن آهي.

وقت جو مطلب آهي ته سڀئي ڪم مقرر وقت تي ڪرڻ، اسلام ۾ به وقت کي خاص اهميت ڏنل آهي. نماز انسان کي **وقت جي پابندي** سيکاري ٿي. ڪائنات جي هر شيءِ وقت جي پابند آهي، جيئن سج ۽ چنڊ پنهنجي مقرر وقت اُڀرن ۽ لهن ٿا. ڏينهن ۽ رات پنهنجي مقرر وقت تي ٿئي ٿو ۽ موسم پنهنجي وقت تي بدلجي ٿي. هاري پنهنجي وقت تي فصل پوکي ٿو، وقت تي پاڻي ڏئي ٿو ۽ وقت تي لُڻي ٿو. اهي سڀ پابنديون وقت جي اهميت کي بهترين انداز ۾ اُجاگر ڪن ٿيون.

حقيقت ۾ دولت، دولت نه آهي، ڇوته دولت به وقت جي محتاج آهي. وقت کان ٿوري غفلت انسان کي ڪنگال ڪري سگهي ٿي، انهي ڪري چوندا آهن ته وقت بادشاه کي فقير ۽ فقير کي بادشاه ڪري ٿو. **وقت جي پابندي** سان انسان عزت، دولت شُهرت ۽ صحت حاصل ڪري دنيا ۾ بلند درجي تي پهچي سگهي ٿو.

# تندرستي هزار نعمت آهي

سٺي صحت الله تعاليٰ جي طرفان مليل نعمتن مان هڪ وڏي نعمت آهي تندرست ماڻهو هر ڪم دلچسپي سان ڪندو آهي ۽ هر ڏک کي برداشت ڪرڻ جي همت هوندي اٿس. صحتمند ماڻهو ملڪ، قوم ۽ ڪُٽنب جو نالو روشن ڪندو آهي. جڏهن ته بيمار ماڻهو پنهنجي ملڪ، قوم ۽ ڪُٽنب ۽ پنهنجي پاڻ تي بار هوندو آهي ۽ سڀ ماڻهو ان کان بيزار هوندا آهن. ان لاءِ چوندا آهن ته جيءُ خوش ته جهان خوش.

ڪيڏانه ڀاڳن وارا آهن اُهي ماڻهو جن جي صحت سٺي هوندي آهي زندگي جي ڪنهن به ڪم ۾ ڪاميابي ماڻڻ لاءِ سٺي صحت جو هجڻ ضروري آهي. تنهن ڪري انسان کي پنهنجي صحت جو خاص خيال رکڻ گهرجي.

سٺي صحت قائم رکڻ لاءِ ڪجهه ڳالهين جو خاص خيال رکڻ گهرجي جنهن ۾ سڀ کان پهرين ڳالهه تازي هوا آهي، جيڪا رت کي صاف ڪري ٿي، جنهن ڪري جسم تازو ۽ توانو رهي ٿو جيڪڏهن هوا دونهاتيل ۽ زهريلي هوندي ته انسان پاڻ کي سوڳو ۽ بيمار محسوس ڪندو. ان کان علاوه اسان کي صاف ۽ اُباريل پاڻي استعمال ڪرڻ گهرجي، جيڪو جيئرو رهڻ لاءِ تمام ضروري آهي.

صحتمند رهڻ لاءِ ورزش به تمام ضروري آهي. سوير سمهڻ، سوير اُٿڻ، تازيون ڀاڄيون، تازو گوشت ۽ مڇي به سٺي صحت لاءِ ضروري آهي. اسان کي گهرجي ته اسان پنهنجي صحت جو گهڻو خيال رکون، ڇو ته سٺي صحت هڪ وڏي دولت آهي. انهي ڪري سياڻن چيو آهي ته.

**«هڪ تندرستي هزار نعمتن جي برابر آهي»**

# علم وڏي دولت آهي

علم جي معنيٰ آهي **ڄاڻ يا روشني** علم هڪ اڻملهائتو خزانو آهي، جيڪو نه ڪو چور چوري ڪري سگهي ٿو ۽ نه خرچ ڪرڻ سان گهٽجي سگهي ٿو. ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد ﷺ فرمايو ته! **«محد کان لهد»** تائين يعنيٰ پينگهي کان قبر تائين علم جي ڳولا لاءِ مصروف رهو، پلي ان لاءِ اوهان کي چين ئي ڇو نه وڃڻو پوي. ان سان گڏ پاڻ سڳورن ﷺ اهو به فرمايائين ته! **علم حاصل ڪرڻ هر مسلمان مرد ۽ عورت تي فرض آهي.**

اها هڪ حقيقت آهي ته علم اهڙي طاقت آهي، جيڪا دنيا جي سڀني طاقتن کان وڌيڪ طاقتور آهي. هن کي زوال نه آهي، علم جي ڪري انسان قدرت جي رازن کي به ظاهر ڪيو آهي. علم جي ڪري انسان هوا ۾ اُڏامي رهيو آهي، دريائن کي پار ڪيو اٿس ۽ خلا جي وسعتن تي حاوي آهي. اُهو علم ئي جيڪو مرڻ کان پوءِ انسان کي جيئرو رکي ٿو.

دنيا جي ترقي جو دارو مدار علم تي آهي، علم ئي انسان کي انسان بڻائي ٿو. علم هڪ اهڙو نُور آهي، جنهن سان جهالت ۽ گمراهي جون اوند اهيون ختم ٿي وڃن ٿيون. علم جي ڪري انسان جو اخلاق اعليٰ ۽ پاڪيزه ٿئي ٿو ۽ دل ۽ دماغ روشن ٿئي ٿو. علم هڪ اهڙي شي آهي جنهن کي انسان جي ٽيئن اک چئجي ته غلط نه آهي. ان ڪري اسان کي گهرجي ته وڌ ۾ وڌ علم حاصل ڪريون ۽ پين کي به علم جهڙي نعمت سان نوازيون.

# وطن جي حُب/ساڻيهه جي سڪ/حُب الوطني

ديس جي محبت،**ساڻيهه جي سڪ** جو ٻيو نالو **«وطن جي حُب»** آهي ۽ وطن سان وفاداري جي جذبي کي به **وطن جي حُب** چئبو آهي.جنهن سرزمين تي انسان پيدا ٿئي ٿو اُن سرزمين جي مٽي،رسم و رواج ۽ ان جي تاريخ تي فخر ڪرڻ کي به **حُب الوطني** چئبو آهي.دنيا ۾ شايد ڪو اهڙو ماڻهو هوندو جنهن کي پنهنجي وطن سان پيار نه هجي، ڇو ته **حب الوطني** هڪ قدرتي جذبو آهي،جيڪو هر ننڍي توڙي وڏي جي دل ۾ موجود هوندو آهي.

سنڌ جي سدوري سرزمين به اهڙا ڪيترائي سورما پيدا ڪيا آهن،جيڪي پنهنجي **حُب الوطني** جو ثبوت ڏيئي تاريخ ۾ امر ٿي ويا آهن.انهن ۾ سنڌ جي سورمي **ماروي** پنهنجي **حب الوطني** جو ثبوت ڏيندي عمر بادشاه جي عاليشان محلاتن،بهترين ويس ڪي نڪرائي،پنهنجي اباڻن ڪکن ۽ اباڻي لوئي کي ترجيع ڏني ۽ جڏهن **ماروي** پاڻ کي مجبور ۽ بيوس سمجهيو تڏهن عمر بادشاهه کي پيغام موڪلي ٿي ته اي عمر! منهنجي مرڻ کان پوءِ منهنجو لاش به هن ڪوٽ ۾ دفن نه ڪجان بلڪه منهنجو لاش به منهنجي اباڻي ديس مليرَ ۾ دفن ڪجان .**ماروي** پنهنجي وطن دوستي ۽ پنهنجي **حُب الوطني** جو هڪ اعليٰ مثال قائم ڪري تاريخ ۾ امر ٿي وئي.

اسان کي به گهرجي ته اسان به پنهنجي وطن سان پيار ڪريون ۽ وطن تان پنهنجي جان ۽ مال قربان ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهي، پنهنجي **حُب الوطني** ۽ وطن دوستي جو ثبوت ڏيئي تاريخ ۾ امر ٿي وڃون.

# درخواست

سوال نمبر ٦: درخواست / خط لکو۔ (٥)

١ **اسڪول جي هيڊ ماستر صاحب کي ٽن ڏينهن جي موڪل لاءِ درخواست لکو:**

**بخدمت جناب هيڊماستر صاحب،**

**ا۔ب۔ج سيڪنڊري اسڪول،**

**ڪراچي.**

جناب اعليٰ!

گذارش هي آهي ته منهنجي وڏي ڀاءُ جي شادي خانه آبادي حيدرآباد ۾ ٺهي ٿي آهي. هن شادي ۾ شرڪت ۽ تيارين لاءِ اٽڪل مون کي ٽن ڏينهن جي موڪل گهربل آهي.

سو تنهنڪري مهرباني فرمائي مون کي ٽن ڏينهن جي موڪل ڏيڻ فرمائيندا ته مان اوهان جو هميشه ٿورائتو رهندس.

**مهرباني**

تاريخ: ١٢-٠٣-٢٢ **فقط**

**اوهان جو فرمانبردار شاگرد**

**ا ب ج (درجو نائون)**

٢ **اسڪول جي هيڊ ماستر صاحب کي پڪنڪ ملهائڻ لاءِ درخواست لکو:**

**بخدمت جناب هيڊماستر صاحب،**

**ا۔ب۔ج سيڪنڊري اسڪول ،**

**ڪراچي.**

جناب اعليٰ!

گذارش آهي ته اسان نائين درجي جا شاگرد ۽ شاگرديائيون هن مهيني جي ٢٠ تاريخ تي **پڪنڪ ملهائڻ** جو پروگرام **«ڪوڏي واٽر پارڪ»** تي رکيو آهي، جنهن ۾ اسان جا استاد به اسان سان گڏ هلن پيا.

سو تنهنڪري مهرباني فرمائي اسان کي پڪنڪ ملهائڻ جي اجازت ڏيندا ته اسان اوهان سائين جن جا هميشه ٿورائتا رهنداسين.

**مهرباني**

تاريخ: ١٢-٠٣-٢٢ **فقط**

**اوهان جا فرمانبردار شاگرد ۽ شاگرديائيون (درجو نائون)**

## ٣ اسڪول جي هيڊ ماستر صاحب کي اسڪول ۾ داخلا لاءِ درخواست لکو:

بخدمت جناب هيڊماسٽر صاحب،

ا۔ ب۔ ج سيڪنڊري اسڪول،

ڪراچي.

جناب اعليٰ!

گذارش هي آهي ته منهنجو والد صاحب هڪ سرڪاري ملازم آهي، جنهن جي بدلي سرڪار ڪراچي ٿي آهي، گهر جا سڀ ڀاتي به ڪراچي اچي ويا آهن ۽ مان به پنهنجي گهروارن سان گڏ ڪراچي ۾ رهڻ ۽ پڙهڻ ٿو چاهيان.

تنهنڪري مهرباني فرمائي مون کي پنهنجي اسڪول ۾ داخلو ڏيندا ته جيئن مان پنهنجي تعليم جاري رکي سگهان، ان عنايت لاءِ مان اوهان سائين جن جو هميشه ٿورائتو رهندس.

مهرباني

فقط

تاريخ: ١٢-٠٣-٢٢

اوهان جو فرمانبردار شاگرد

ا ب ج (درجو نائون)

## ٤ اسڪول جي هيڊ ماستر صاحب کي اسڪول ۾ «جشن لطيف» ملهائڻ لاءِ درخواست لکو:

بخدمت جناب هيڊماسٽر صاحب،

ا ب ج سيڪنڊري اسڪول،

ڪراچي.

جناب اعليٰ!

گذارش هي آهي ته اسان نائين درجي جا شاگرد ۽ شاگرديائيون صفر مهيني ١٣ تاريخ تي پنهنجي اسڪول ۾ سنڌ جي عظيم ترين شاعر ۽ صوفي بزرگ **حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائيؒ** جو ڏينهن «جشن لطيف» ملهائڻ ٿا چاهيون، جنهن ۾ اسان کي هن عظيم شاعرجي شاعري کي اجاگر ڪرڻ جو موقعو ملندو.

تنهنڪري مهرباني فرمائي اسان کي پنهنجي اسڪول ۾ «جشن لطيف» ملهائڻ جي اجازت ڏيندا ته اسان اوهان سائين جن جا هميشه ٿورائتا رهندا سين.

مهرباني

فقط

تاريخ: ١٢-٠٣-٢٢

اوهان جا فرمانبردار شاگرد ۽ شاگرديائيون

درجو: نائون

**5 اسڪول جي هيڊ ماسٽر/هيڊماسترياڻي صاحبه کي اسڪول جي في معافي لاءِ درخواست لکو:**

بخدمت جناب هيڊماستر صاحب،

ا - ب - ج سيڪنڊري اسڪول ،

ڪراچي.

جناب اعليٰ!

گذارش هي آهي ته مان اوهان جي اسڪول درجي نائين جو شاگرد آهيان، منهنجو والد صاحب گورنمنٽ کاتي ۾ هڪ معمولي ڪلرڪ آهي، جنهن جي پگهار تمام گهٽ آهي ۽ اُن پاتين کي سنياليندڙ آهي، ان ڪري مان اوهان جي اسڪول جي في نٿو ڀري سگهان.

تنهنڪري مهرباني فرمائي منهنجي اسڪول جي في معاف ڪندا ته جيئن مان پنهنجي تعليم جاري رکي سگهان، ان عنايت لاءِ مان اوهان جو هميشه ٿورائتو رهندس.

مهرباني

فقط

تاريخ: ۱۲-۰۳-۲۲

اوهان جو فرمانبردار شاگرد

ا ب ج (درجو نائون)

**٦ اسڪول جي هيڊ ماسٽر/هيڊماسترياڻي صاحبه کي اسڪول ڇڏڻ جو سرٽيفيڪيٽ «ٽي سي» جاري ڪرڻ لاءِ ڪرڻ درخواست لکو:**

بخدمت جناب هيڊماستر صاحب ،

ا- ب- ج سيڪنڊري اسڪول ،

ڪراچي.

جناب اعليٰ!

گذارش هي آهي ته منهنجو والد صاحب هڪ سرڪاري ملازم آهي، جنهن جي بدلي ڪراچي کان سکر ٿي وئي آهي ۽ گهر جا سڀ ڀاتي به سکر وڃي رهيا آهن، ان ڪري مان اڪيلو هتي رهي پنهنجي تعليم جاري رکي نٿو سگهان.

تنهنڪري مهرباني فرمائي مون کي **اسڪول ڇڏڻ جو سرٽيفيڪيٽ «ٽي سي»** جاري ڪندا ته جيئن مان سکر ۾ داخلو وٺي پنهنجي تعليم جاري رکي سگهان. ان عنايت لاءِ مان اوهان جو هميشه ٿورائتو رهندس.

مهرباني

فقط

تاريخ: ۱۲-۰۳-۲۲

اوهان جو فرمانبردار شاگرد

ا - ب - ج(درجو:نائون)

۷ علائقي جي ناظم/ڪائونسلر صاحب کي علائقي جي صفائي ۽ پاڻي جي قلت جي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ درخواست لکو:

بخدمت جناب ناظم صاحب،

ا - ب - ج ٽائون،

ڪراچي.

جناب اعلٰي!

اسين ا ب ج علائقي جا رهواسي عرض ٿا ڪريون ته اسان علائقي جي صفائي ناقص ۽ نه هجڻ جي برابر آهي، هرگهٽي ۾ ڪچري جا ڍير لڳا پيا آهن ۽ روڊن تي گٽر جو پاڻي اُبري رهيو آهي، ٻيو ته اسان جي علائقي ۾ گهڻن ڏينهن کان وٺي پاڻي نه آيو آهي، جنهن ڪري هتي جارهواسي ڦڙي ڦڙي لاءِ ترسي رهيا آهن.

تنهنڪري مهرباني فرمائي اسان جي علائقي جي صفائي ۽ پيئڻ جي پاڻي جي قلت کي حل ڪري اسان کي هن ذهني تڪليف کان نجات ڏياريندا ته اسان اوهان سائين جن جا هميشه ٿورائتا رهنداسين.

مهرباني

فقط

تاريخ: ۱۲-۰۳-۲۲

اوهان جا مخلص علائقي جارهواسي

ا ب ج

۸ اسڪول جي هيڊ ماسٽر کي ڪراچي کان لاهورتائين ريلوي ڪنسيشن فارم جاري ڪرڻ لاءِ درخواست لکو:

بخدمت جناب هيڊماسٽر صاحب ،

ا - ب - ج سيڪنڊري اسڪول ،

ڪراچي.

جناب اعلٰي!

گذارش هي آهي ته اسان کي گرمين جو موڪلون ملڻ واريون آهن ۽ مان اهي موڪلون پنهنجي گهروارن سان گڏ لاهور ۾ پنهنجي ويجهن عزيزن وٽ گذارڻ ٿو چاهيان.

تنهنڪري مهرباني فرمائي مون کي ڪراچي کان لاهورتائين ريلوي ڪنسيشن فارم جاري ڪندا ته مان اوهان جو هميشه ٿورائتو رهندس.

مهرباني

فقط

تاريخ: ۱۲-۰۳-۲۲

اوهان جو فرمانبردار شاگرد

ا ب ج (درجو نائون)

٩ ڪي ٽي ايس سي جي چيئرمين صاحب کي غير اعلانيا لوڊشيڊنگ جي خاتمي لاءِ درخواست لکو:

**بخدمت جناب چيئرمين صاحب ،**

**ڪي ٽي ايس سي ،**

**ڪراچي.**

جناب اعليٰ!

اسان نائين درجي شاگرد /شاگرديائيون گذارش ٿا ڪريون ته اسان جا ساليانا امتحان ٽيڙ وارا آهن، جنهن جي تياري ۾ اسان مصروف آهيون پر غير اعلانيا لوڊشيڊنگ جي ڪري اسان کي ساليانی امتحان جي تياري ۾ مشڪل ۽ پريشاني ٿي رهي آهي.

سوتنهنڪري مهرباني فرمائي لوڊشيڊنگ جي خاتمي لاءِ ڪجهه اُپاءُ وٺندا ته اسان اوهان سائينجن جا هميشہ ٿورائتا رهنداسين.

**مهرباني**

**فقط** تاريخ: ١٢-٠٣-٢٢

**اوهان جا فرمانبردار شاگرد ۽ شاگرديائيون**

**(درجو: نائون)**

١٠ اسڪول جي هيڊ ماسٽر صاحب کي ڪريڪٽر ۽ پرووزن سرٽيفڪيٽ جاري ڪرڻ لاءِ درخواست لکو:

**بخدمت جناب هيڊماسٽر صاحب ،**

**ا-ب-ج سيڪنڊري اسڪول ،**

**ڪراچي.**

**جناب اعليٰ!**

گذارش هي آهي ته مان اوهان جي اسڪول مان هن سال مئٽرڪ جو امتحان **اي ون** گريڊ سان پاس ڪيو آهي ۽ هاڻي مون کي ڪاليج ۾ داخلا لاءِ **ڪريڪٽر ۽ پرووزن** سرٽيفڪيٽ جي سخت ضرورت آهي.

تنهنڪري مهرباني فرمائي مون کي اسڪول جو **ڪريڪٽر ۽ پرووزن** سرٽيفڪيٽ جاري ڪندا ته جيئن مان ڪاليج ۾ داخلو وٺي پنهنجي تعليم جاري رکي سگهان. ان لاءِ مان اوهان جو هميشہ ٿورائتو رهندس.

**مهرباني**

**فقط** تاريخ: ١٢-٠٣-٢٢

**اوهان جو فرمانبردار شاگرد**

**ا ب ج (درجو نائون)**

١١ اسڪول جي هيڊ ماسٽر صاحب کي هڪ/ ٻن/ ٽن/ چئن/ پنجن/ ڇهن يا هڪ هفتي جي موڪل لاءِ درخواست لکو:

بخدمت جناب هيڊماسٽر صاحب،

ا - ب - ج سيڪنڊري اسڪول،

ڪراچي.

جناب اعليٰ!

گذارش هي آهي ته مان اوهان جي اسڪول درجي نائين جو شاگرد آهيان. مون کي ڪالهه کان وٺي بخار ۽ مٿي ۾ سور آهي. ڊاڪٽر صاحب مون کي هڪ/ ٻن/ ٽن/ چئن/ پنجن/ ڇهن يا هڪ هفتي جي آرام جي صلاح ڏني آهي.

تنهنڪري مهرباني فرمائي مون کي هڪ/ ٻن/ ٽن/ چئن/ پنجن/ ڇهن يا هڪ هفتي جي موڪل ڏيڻ فرمائيندا ته مان اوهان سائينجن جو هميشه ٿورائتو رهندس.

مهرباني

تاريخ: ١٢-٠٣-٢٢ فقط

اوهان جو فرمانبردار شاگرد

ا ب ج (درجو نائون)

١٢ اسڪول جي هيڊ ماسٽر صاحب کي اسڪول ۾ ٻارن جو عالمي ڏينهن ملهائڻ جي اجازت لاءِ درخواست لکو:

بخدمت جناب هيڊماسٽر صاحب،

ا ب ج سيڪنڊري اسڪول،

ڪراچي.

جناب اعليٰ!

اسين نائين درجي جا شاگرد ۽ شاگرديائيون عرض ٿا ڪريون ته اسان پنهنجي اسڪول ۾ هن سال ٻارن جو عالمي ڏينهن ملهائڻ ٿا چاهيون. جنهن ۾ ٻارن کي پنهنجي صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻ ۾ مدد ملندي.

تنهنڪري مهرباني فرمائي اسان کي پنهنجي اسڪول ۾ ٻارن جو عالمي ڏينهن ملهائڻ جي اجازت ڏيندا ته اسان اوهان سائينجن جا هميشه ٿورائتا رهنداسين.

مهرباني

تاريخ: ١٢-٠٣-٢٢ فقط

اوهان جا فرمانبردار شاگرد ۽ شاگرديائيون (درجو: نائون)

۱۳ اسڪول جي هيڊماستر/هيڊماستريائي صاحبہ کي پنهنجي اسڪول ۾ سيلاب (مينهن) جي متاثر ماڻهن لاءِ فنڊ (چندو) گڏ ڪرڻ جي اجازت لاءِ درخواست لکو:

بخدمت جناب هيڊماستريائي صاحبہ،

ا-ب-ج سيڪنڊري اسڪول،

ڪراچي.

جناب عاليہ!

گذارش هي آهي تہ اسان نائين درجي جا شاگرد پنهنجي اسڪول ۾ سيلاب/مينهن(ٻوڏ) کان متاثر ٿيل ماڻهن لاءِ فنڊ(چندو) گڏ ڪرڻ ٿا چاهيون. جنهن سان اسان کي انسانيت جي خدمت ڪرڻ جو موقعو ملندو.

سو تنهنڪري مهرباني فرمائي اسان کي پنهنجي اسڪول فنڊ(چندو) گڏ ڪرڻ جي اجازت ڏيندا تہ اسان اوهان جا هميشہ ٿورائتا رهنداسين.

مهرباني

تاريخ: ۱۲-۵-۵ فقط

اوهان جا فرمانبردار شاگرد(درجو: نائون)

۱۴ اسڪول جي هيڊماستر/هيڊماستريائي صاحبہ کي پنهنجي اسڪول ۾ راندين جو هفتو ملهائڻ جي اجازت لاءِ درخواست لکو:

بخدمت جناب هيڊماستريائي صاحبہ،

ا-ب-ج سيڪنڊري اسڪول،

ڪراچي.

جناب عاليہ!

گذارش هي آهي تہ اسان نائين درجي جا شاگرد هن مهيني پنهنجي اسڪول ۾ راندين جو هفتو ملهائڻ ٿا اهيون. جنهن ۾ شاگردن کي پنهنجي ذهني ۽ جسماني صلاحيتن جو مظاهرو ڪرڻ جو موقعو ملندو.

سو تنهنڪري مهرباني فرمائي اسان کي پنهنجي اسڪول ۾ راندين جو هفتو ملهائڻ جي اجازت ڏيندا تہ اسان اوهان جا هميشہ ٿورائتا رهنداسين.

مهرباني

تاريخ: ۱۲-۵-۵ فقط

اوهان جا فرمانبردار شاگرد(درجو: نائون)

۱۵ بورڊ آفيس جي چيئرمين/ ڪنٽرولر صاحب کي امتحان ۾ نقل/ ڪاپي ڪلچر جي رجحان کي ختم ڪرڻ لاءِ درخواست لکو:

**بخدمت جناب چيئرمين/ ڪنٽرولر صاحب،**

**بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن،**

**ڪراچي.**

جناب عاليه!

سان نائين درجي جو شاگرد عرض ٿو ڪريان ته اسان جو امتحاني نظام هوريان هوريان ناقص ٿي رهيو آهي. جنهن جو سڀ کان وڏو سبب سالياني امتحان ۾ ڪاپي ڪلچر(نقل) آهي. جنهن سان ذهين ۽ محنتي شاگردن جي حق تلفي ٿي رهي آهي.

سو تنهنڪري مهرباني فرمائي هن ڪاپي ڪلچر جي وڌندڙ مسئلي تي توجه ڏيندا ته سان اوهان جو هميشه ٿورائتو رهندس.

**مهرباني**

**تاريخ: ۱۲-۵-۵** **فقط**

**اوهان جو فرمانبردار شاگرد**

**ا- ب- ج (درجو: نائون)**

# خط

۱ **پنهنجي دوست/ ساهيڙي کي خط لکي ڪيس امتحان ۾ پاس ٿيڻ جي مبارڪ ڏيو:**

**امتحاني ڪمرو،**

**ڪراچي سنڌ،**

**۱۵ اپريل ۲۰۰۹ع**

**شال خوش هجو،**

**پيارا دوست ا ب ج،**

اسلام و عليڪم!

عرض ته هت سڀ خير آهي ۽ اميد اٿم ته اوهان ڏانهن به ربّ پاڪ جي فضل وڪرم سان خير گذريو هوندو. «آمين» لکڻ جو مقصد ته مون کي اهيو ٻڌي تمام گهڻي خوشي ٿي آهي ته توهان مئٽرڪ جي امتحان ۾ اي - ون گريڊ سان پاس ٿيا آهيو، هن ڪاميابي تي توهان کي لکين مبارڪون هجن ۽ ڏاڍي دراڳيان دُعا گو آهيان ته توهان جي حياتي ۾ اهڙيون ڪاميابيون هميشه ايندڙيون رهن. مهرباني

سنهنجي طرفان پنهنجي سيني گهر وارن کي تمام گهڻا سلام چوندا.

**فقط**

**اوهان جو مخلص دوست**

**ا ب ج**

٢ پنهنجي دوست/ ساهيڙي کي بيماري مان صحت يابي جو خط لکو:

امتحاني ڪمرو،

ڪراچي سنڌ،

١٥ اپريل ٢٠٠٩، شال خوش هجو

پيارا دوست ا ب ج

اسلام و عليڪم!

عرض ته هت سڀ خير آهي ۽ اميد اٿم ته اوهان ڏانهن به ربّ پاڪ جي فضل و ڪرم سان خير گذريو هوندو «آمين». لکڻ جو مقصد ته توهان جو خط مليو، اهيو پڙهي ڏاڍي خوش ٿي آهي ته توهان بيماري مان بلڪل صحت ياب ٿي ويا آهيو.

منهنجي طرفان توهان کي صحت يابي جون لکين مبارڪون هجن، هن دُعا سان ته ڌڻي سڳورو اوهان کي سُٺي صحت ۽ وڏي عمر عطا ڪري. مهرباني منهنجي طرفان پنهنجي سيني گهروارن ئي تمام گهڻا سلام چوندا

فقط

اوهان جو مخلص دوست

ا ب ج

٣ پنهنجي والد صاحب کي خط لکي، ڪائنس ڪتاب، ڪاپيون خريد ڪرڻ لاءِ پئسا طلب ڪريو:

امتحاني ڪمرو،

ڪراچي سنڌ،

١٥ اپريل ٢٠٠٩ شال خوش هجو

محترم بابا سائين،

اسلام و عليڪم !

عرض ته هت سڀ خير آهي ۽ اميد اٿم ته اوهان ڏانهن به رب پاڪ جي فضل و ڪرم سان خير گذريو هوندو «آمين» مطلب ته احوال هن ريت آهي ته مون هن سال ائين درجي جو امتحان سُٺن نمبرن سان پاس ڪيو آهي ۽ هاڻي مون کي نائين درجي جي ڪتاب ۽ ڪاپيون خريد ڪرڻ لاءِ به هزار (٢٠٠٠) رپين جي ضرورت آهي ته جيئن مان پنهنجي تعليم جاري رکي سگهان. مهرباني منهنجي طرفان گهروارن کي تمام گهڻا سلام چوندا

فقط

اوهان جو پٽ

ا ب ج

۴ پنهنجي والد صاحب کي خط لکي ڪيس پنهنجي اسڪول جي پڙهائي بابت احوال ڏيو:

امتحاني ڪمرو،

ڪراچي سنڌ،

۱۵ اپريل ۲۰۰۹

شال خوش هجو،

محترم بابا سائين،

اسلام وعليڪم!

عرض ته هت سڀ خير آهي ۽ اميد اٿم ته اوهان ڏانهن به ربّ پاڪ جي فضل و ڪرم سان خير گذريو هوندو.

«آمين» مطلب ته احوال هن ريت آهي ته اوهان جو خط مليو، جنهن ۾ اوهان منهنجي اسڪول جي پڙهائي بابت پڇيو آهي. منهنجي اسڪول جو ماحول تمام سنو آهي ۽ منهنجي اسڪول جا استاد جا ڏاڍا محنتي، تجربي ڪار ۽ ڏاڍا شفيق آهن، جيڪي اسان کي ڏاڍي محنت ۽ پيار سان پڙهائي رهيا آهن. آءُ اوهان بزرگن جي دُعا، استادن جي تجربي ۽ پنهنجي محنت سان انشاالله اي - ون گريڊ حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندس.

مهرباني

منهنجي طرفان سيني گهر وارن کي تمام گهڻا سلام چوندا.

فقط

اوهان جو پٽ

ا ب ج

۵ پنهنجي دوست/ ساهيڙي کي خط لکو، جنهن ۾ ان کي اونهاري جون موڪلون ڪراچي ۾ گذارڻ جي دعوت ڏيو:

امتحاني ڪمرو،

ڪراچي سنڌ،

۱۵ اپريل ۲۰۰۹،

شال خوش هجو،

پيارا دوست ا ب ج،

اسلام وعليڪم!

عرض ته هت سڀ خير آهي ۽ اميد اٿم ته اوهان ڏانهن به ربّ پاڪ جي فضل و ڪرم سان خير گذريو هوندو.

«آمين» مطلب ته احوال هن ريت آهي ته ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اونهاري جون موڪلون ملڻ واريون آهن ۽ منهنجي دلي خواهش آهي ته توهان اِهي موڪلون مون وٽ ڪراچي ۾ گذاريو، ڇوته ڪراچي جو موسم اڃاتائين تمام سُنو آهي ۽ گرمي تمام گهٽ آهي. ان کان علاوه ڪراچي ۾ بي شمار گهمڻ جون جايون آهن، جنهن ۾ گهمي اوهان کي ڏاڍو مزو ايندو.

اُميد ته اوهان منهنجي هن پُرخلوص دعوت کي قبول ڪري مون کي خدمت جو ضرور موقعو ڏيندا.

مهرباني

منهنجي طرفان پنهنجي سيني گهر وارن کي تمام گهڻا سلام چوندا.

فقط

اوهان جو پيارو دوست

ا ب ج

سوال نمبر ٧: هيٺين مان ڪن ٻه ٻن بيتن جي سمجهاڻي ڏيو ، نظم ۽ شاعر جو نالو پڻ لکو: (٥)

## وائي (نظم) سمجهاڻيون

شعر نمبر ١ : جن جو وارث تون، الآسي ڪيئن رهندا نيڻ منهنجا،

آڳي اُپ خلقيا پلي خلقيائين پون،

جن جو وارث تون.

حوالو: هي بيت نظم وائي مان ورتل آهي، جنهن جو شاعر شاه عبداللطيف ڀٽائيؒ آهي.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته ! اي منهنجا ربّ جن جو خالق ۽ مالڪ تون آهين، انهن کي ڏئي بنا هي آڪيون ڪٿي رهي سگهن ٿيون. اي الله پاڪ توئي آسمان، خوبصورت ۽ زرخيز زمين پيدا ڪئي آهي. جنهن جو وارث ۽ مالڪ تون ئي آهين.

شعر نمبر ٢: جوڙ پائين جهان کي چئي ڪُن فيڪون

جن جو وارث تون. . .

سمجهاڻي: هين بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته ! الله تعاليٰ هن خوبصورت ڪائنات کي جوڙ يو صرف (ڪُن فيڪون) چئي. يعني نهي وچ ۾ هي پوري ڪائنات نهي وئي ،جنهن جو وارث ۽ مالڪ الله تعاليٰ آهي.

شعر نمبر٣: ڪوڙي دنيا ڪوڙا پسارا ڏينهن مڙوئي ڏون

جن جو وارث تون. . .

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته ! هي ڪوڙي ۽ جوڙ تو دنيا آهي، ڪوڙا انهي جا رنگ آهن. هتي جي شان ۽ شوڪت به عارضي آهي. هي دنيا ڏون ڏينهن جي آهي. جنهن جو وارث ۽ مالڪ اللهتعاليٰ آهي.

شعر نمبر٣: آهيون الف آسري ،محمد مجيوسُون،

جن جو وارث تون. . .

سمجهاڻي: شاعر هن بيت ۾ فرمائي ٿو ته ! اسين «الف» يعنيٰ الله تعاليٰ جي آسري آ هيون ۽ محمد ﷺ کي پنهنجو محبوب ۽ آخري نبي ڪري مڃيون ٿا ، جنهن جو وارث ۽ مالڪ اللهتعاليٰ آهي.

# نيڪي (نظم) سمجهاڻيون

بند نمبر ۱:

جو قلب ڪرم لطف عطا جو گهر ٿيو،

ٿي جاءِ تسليم جي رضا جو، گهر ٿيو.

نيڪي جي بني جاءِ، «مسافر» جا دل

سادل ته قسم رب جو خدا جو گهر ٿيو

**حوالو:** هي بند نظم نيڪي مان ورتل آهي، جنهن جو شاعر **محمد صديق مسافر** آهي.

**سمجهاڻي:** هن بند ۾ شاعر فرمائي ٿو ته! جنهن ماڻهو جي دل ۾ ڪرم، مهرباني، رحم آهي، اهڙي ماڻهو کان الله تعاليٰ خوش ۽ راضي هوندو آهي ۽ انهي جي هر دُعا قبول ٿيندي آهي ۽ جنهن ماڻهو جي دل ۾ انسانن لاءِ نيڪي، ڀلائي، همدردي، خلوص، پيار، محبت ۽ عزت هوندي آهي، اهڙي ماڻهو جو دل رب سائين جو گهر آهي.

بند ۲:

مون سان جي ڪٽي ڪو به برائي ٿو ڪري،

دل منهنجي برائي مان نه ته به اُن ڏي وري.

آءٌ اُن سان به دل سان ڪندس پيو نيڪي.

توفيق جو هٿ شال خُدا وندڙي!

**سمجهاڻي:** هن بند ۾ شاعر فرمائي ٿو ته! جيڪڏهن ڪو به ماڻهو مون سان برائي ٿو ڪري ته منهنجو دل ڪڏهن به اهڙي ماڻهو سان برائي نه ڪندو چو ته برائي جو بدلو برائي نه پر ڀلائي آهي. اي ربّ پاڪ مون کي هميشه اِها هدايت ڏي ته سان برائي ڪرڻ وارن سان هميشه همدردي، نيڪي ۽ ڀلائي ڪندو رهان.

بند نمبر ۳:

جي تو کي «مسافر» ارجمندي گهرجي،

جي تو کي دنيا ۾ حق پسندي گهرجي،

وٺ جان ۽ دل سان خاڪساري جي وات

نوڙي هل جي تو کي بلندي گهرجي.

**سمجهاڻي:** هن بند ۾ شاعر فرمائي ٿو ته! اي مسافر جيڪڏهن تون خُدا جو فرمانبردار بانهو ٿي حق پسندي سان زندگي گذارڻ چاهين ٿو ۽ جيڪڏهن تون دنيا ۾ عزت، عظمت ۽ بلند مقام حاصل ڪرڻ ٿو چاهين ته دنيا ۾ سادگي ۽ نياز ۽ نوڙت سان رهو ۽ هر ڪنهن سان سُٺي اخلاق سان پيش اچ.

# دُعا (نظم) سمجهاڻيون

شعر نمبر ۱ : اسان جي دين، ايمان کي سلامت رک خداوندا،

بچائج تون مسلمانن جي عزت آبرو هرجا .

حوالو: هي بيت نظم دُعا مان ورتل آهي . جنهن جو شاعر حڪيم فتح محمد سيوهاڻي آهي .

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر الله تعاليٰ کان پنهنجي دين و ايمان جي دُعا گهرندي فرمائي ٿو ته ! اي منهنجا مولا سائين تون اسان جي دين ۽ ايمان کي هميشه سلامت رک ۽ سڄي دنيا ۾ مسلمانن جي عزت ۽ آبرو جي حفاظت فرما .

شعر نمبر ۲ : اسان کي ڏي خُدا توفيق، طاقت، همت ۽ هشمت،

اسان مان ڪي اَڳين جهڙا عجب انسان ڪر پيدا .

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر الله تعاليٰ کان دُعا گهرندي فرمائي ٿو ته ! اي منهنجا رب تون اسان کي همت، طاقت ۽ توفيق ڏي ته اسان پنهنجو وڃايل وقار، عزت ۽ عظمت پيهر حاصل ڪري سگهون، ان لاءِ اسان مان ڪي اَڳين جهڙا مجاهد مسلمان پيدا ڪر .

شعر نمبر ۳ : سڄي دنيا ۾ رک اسلام کي تون اوج عزت سان

خُدا! اسلام جي ڪلمي سندو تون شان رک بالا .

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر الله تعاليٰ کان اسلام ۽ اسلام جي ڪلمي جي شان بالا رکڻ جي دُعا گهرندي فرمائي ٿو ته ! اي منهنجا مولا سائين تون سڄي دنيا ۾ مسلمانن ۽ اسلام کي عزت، شهرت ۽ اوج عطا فرما ۽ اسلام جي ڪلمي کي بلندي تي پهچاءِ .

شعر نمبر۴: هميشه شال دنيا ۾ جهنڊو اسلام جو جهولي،

جتي پي سو وڃي پهچي، رهي قائم اتي برپا .

سمجهاڻي: شاعر هن بيت ۾ فرمائي ٿو ته ! اي منهنجا رب سڄي دنيا ۾ سدائين اسلام جي حڪمراني هجي ۽ اسلام جو جهنڊو سدائين بُلند ۽ بالا رهي، جتي به دين اسلام پهچي، اُتي هميشه عزت، عظمت ۽ ڪاميابي سان قائم ودائم رهي .

شعرنمبر۵: اسان جي قوم ٿي مسڪين اسان جي قوم ٿي غمگين،

تون تنهن جو شال حامي ٿين، ڪرين تنهن کي تون بي پروا

سمجهاڻي : شاعر هن بيت ۾ پنهنجي قوم لاءِ الله تعالي کان دُعا گهرندي فرمائي ٿو ته ! اسان جي قوم غمگين ۽ مسڪين ٿي پئي آهي، اي الله سائين اسان جي قوم جي مدد فرما ۽ کين هر طرح غمن، پريشانين ۽ تڪليفن کان نجات ڏيار .

شعرنمبر ٦: اسان جي قوم کي آزاد ڪرقرضن ۽ مرضن کان،

اسان جي قوم کي آباد ۽ دلشاد ڪر مولا

سمجهاڻي: هن بيت ۾ الله تعالي کان پنهنجي قوم لاءِ دُعا گهرندي فرمائي ٿو ته! اي منهنجا مولا سائين اسان جي قوم کي قرضن ۽ بيمارن کان محفوظ رک ۽ خوشيون عطا ڪري ڪين آسودگي عطا فرما.

شعر نمبر ٧: دفع سڀ انتظاري ڪر، پري سڀ بيقراري ڪر،

خزان مان بهاري ڪر، ته ٿيون سر سبز ۽ سرها.

سمجهاڻي: شاعر هن بيت ۾ فرمائي ٿو ته! اي رب سائين اسان جي قوم خوشحالي اچڻ جي انتظار ۾ آهي، ڪين بيقراري ختم ڪري، خزان مان بهاري ڪرته جيئن سڄي قوم خوشحال ۽ آباد ٿي وڃي.

# سچل سرمست جا بيت (نظم) سمجهاڻيون

شعرنمبر ١: شال نہ وسرين هوت پيو مون سڀ وسري

مون کي تائين موت هوئين اکڙين ۾.

حوالو: هي بيت نظم **سچل سرمست جا بيت** مان ورتل آهي، جنهن جو شاعر **حضرت سچل سرمست** آهي.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر پنهون جي جدائي ۾ سسئي جي حالت بيان ڪندي فرمائي ٿو ته! اي منهنجا دوست خدا ڪري تون مون کان ڪڏهن بہ نہ وسرين. ٻي سڄي دنيا ڀلي مون کان وسري وڃي. پر تون مرڻ گهڙي تائين منهنجي اکڙين جي سامهون هجين.

شعرنمبر ٢: منهنجو اندر اڌاڪيو فنا هن فراق

مري ٿي مشتاق ڪا ڪرور ولهي جي

سمجهاڻي هن بيت ۾شاعر پنهون جي جدائي ۾ سسئي جي حالت بيان ڪندي فرمائي ٿو ته! اي منهنجا محبوب تنهنجي جدائي جي غم مون کي بيمار ۽ ڪمزورڪري ڇڏيو آهي، مان توکي هڪ نظر ڏسڻ لاءِ بيقرار آهيان. مون(نماڻي) عاجز تي رحم ڪر ۽ موٽي اچ.

شعرنمبر ٣: آري جي اچڻ جي روز نهاريان راهہ،

آئيندس الله، مون سر صدقي ڪيو.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر پنهون جي جدائي ۾ سسئي جي حالت بيان ڪندي فرمائي ٿو ته! مان هر روز پنهنجي محبوب جي اچڻ جي واٽ نهاريندي آهيان، مون کي اميد آهي ته الله سائين منهنجي محبوب کي ضرور واپس آڻيندو ۽ مان پنهنجي محبوب تان دل و جان قربان ڪنديس.

شعرنمبر ۴: ساري شهر ڀنڀورجي ڇڏي لوڪ لذت،

توري ڏئي ڪونه ڪو، ماڻهو عام عزت،

ٿئي ساهه صحت، پيهر ٻاروچا اچين

سمجھاڻي: هن بيت ۾ شاعر پنهون جي جدائي ۾ سسئي جي حالت بيان ڪندي فرمائي ٿو ته! سسئي کي ڀنڀور شهر ۾ سڀ سزوڪونه ٿو اچي، اُها عزت ڪانه ٿي ملي، جيڪا پنهون جي هوندي ملندي هئي. پنهون جي غم ۾ سسئي بيمار ٿي چوي ٿي ته جيڪڏهن پنهون واپس اچي ته هن جسم ۾ وري ساهه پئجي وڃي ۽ مان صحتمند ٿي وڃان.

شعرنمبر ۵: پيهي پروڙيوم ته پنهون پاڻ ئي آهيان

پاڻ ئي منهنجان پاڻ ڪي هي پڙلاءُ پيوم،

صحيح ڪن ڪيوم ته غير گمان اُٿي ويا.

سمجھاڻي: شاعر هن بيت ۾ فرمائي ٿو ته! جڏهن سسئي سڀ ڪجهه ڇڏي سوچيو تڏهن ائين محسوس ڪيائين جڻ (پنهون) سندس وجود ۾ سمايل آهي ۽ هن جي دماغ ۾ خيال آيو ته مان پاڻ ئي پنهون آهيان ۽ دل مان به اهيوئي آواز آيو ۽ جڏهن سسئي ان تي ڌيان ڏنو ته دل مان سڀ شڪ ختم ٿي ويا.

# ڏيئو(نظم) سمجھاڻيون

بند نمبر ۱: ڪکائڻ گهرن کي تون روشن ڪرين ٿو،

غريبن جي چونرن کي گلشن ڪرين ٿو،

لٽي سج عيان پنهنجو جوبن ڪرين ٿو،

سحر تائين هر جاءِ نشيمن ڪرين ٿو.

حوالو: هي بند نظم ڏيئو مان ورتل آهي، جنهن جو شاعر ليکراج ڪشنچند عزيز آهي.

سمجھاڻي: هن بند ۾ شاعر ڏيئي جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو ته! اي ڏيئا تون هر جاءِ کي روشن رکندو آهي، ڀلي اُهو غريبن جو گهر هجي يا ڪکائن سان ٺهيل جهوپڙي، تون سڀني کي روشني رکندو آهين ۽ اي ڏيئا جيئن ئي سج لهندو آهي ۽ اونداهه ٿيندي آهي ته تون پنهنجي طاقت (روشني) سان صبح جو سج جو اُڀرڻ تائين هر جاءِ کي روشن رکندو آهين.

بند نمبر ۲: مزورون ۽ ڪڙمين سان همڪار آهين،

فقيرن جي مجلس جو سينگار آهين،

سڙي تون ٻين کي ڏئين ٿو سهائي،

رکيل تو ۾ ڪيڏي نه آهي چڱائي.

سمجھاڻي: هن بند ۾ شاعر ڏيئي جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو ته! اي ڏيئا تون هارين ۽ مزدورن جو سچو دوست آهين ۽ انهن سان ڪم ڪار ۾ مدد ڪندو آهين ۽ فقيرن جي محفل جي رونق ۽ سينگار به تون ئي آهين ۽ اي ڏيئا تو ۾ قدرت ڪيڏي نه چڱائي ۽ سچائي رکي آهي جو تون پنهنجي پاڻ کي ساڙي ٻين کي فائدو (روشني) پهچائيندو آهين.

بند نمبر ۳: پري کان منجهيل جي ڪرين رهنمائي،

ڏيئا تون آهي سراسر سچائي،

سچو دوست دشمن تي دلسوز آهين،

سچائي سان سڀ جو شب افروز آهين.

سمجهاڻي: هن بند ۾ شاعر ڏيئي جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو ته! اي ڏيئا تون رات جي اونداهي ۾ منزل کان ڀٽڪيل ماڻهن جي رهنمائي ڪندو آهين، ۽ تون سچائي ئي سچائي رکيل آهي ۽ اي ڏيئا تون هڪ سچو ۽ وفادار دوست آهين، جيڪو ڪڏهن به ڪنهن کي به ڌوکو نه ڏيندو آهي، تون دوست دشمن ڪنهن جو به فرق ڪونهي، تون پنهنجي سچائي سان سڀني کي رات جو هڪ جهڙي روشني پهچائيندو آهين.

بند نمبر ۴: مدد ڏين ٿو ڪم ڪار ۾ تون به محنت،

ٻرڻ سان تنهنجي ٿئي دفع ظلمت،

نه پنهنجي پرائي جو ڌارين تفاوت،

رکين قلب ۾ ڪانه ڪنهن ڏانهن ڪدورت.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته! اي ڏيئا تون محنت ڪندڙ ماڻهن جي ڪم ڪار ۾ مدد ڪندو آهين، جڏهن تون روشني ڪندو آهين ته هن جهان تان اونداهي ختم ٿي ويندي آهي ۽اي ڏيئا تون بنا ڪنهن فرق جي سڀني خدمت ڪندو آهين، تنهنجي دل ۾ ڪنهن لاءِ به نفرت، ڪينو، تعصب، ساڙ ۽ برائي ڪونهي.

بند نمبر ۵: سعادت جو بيشڪ تون آهين ستارو،

ڏيئا تون ٿو لاهين جهان تان انڌارو،

هوا ساڻ سر لاٽ جو ٿو جهڪائين،

ٿو نوڙت ڪندي پنهنجي جيوت بچائين.

سمجهاڻي: شاعر هن بيت ۾ فرمائي ٿو ته! اي ڏيئا تون ڏاڍو فرمانبردار ۽ خوش بختي جو ستارو آهين، تون ئي هن دنيا تان اونداهي کي ختم ڪندو آهين ۽ اي ڏيئا جڏهن تيز هوا جو جهونڪو ايندو آهي، ته تون عاجزي ۽ انڪساري سان پنهنجي سر لاٽ جهڪائي پنهنجو جيوت (زندگي) بچائين ٿو.

بند نمبر ٦: حياتي جو مقصد سچو ٿو ٻڌائين،

ٻين لاءِ پنهنجو ٿو تن من جلائين.

جلي جي ٻين کي سُهائو ڏين ٿا،

لکين گهور تن تان پتنگا ٿين ٿا.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته! زندگي جو اصل مقصد ٻين جي ڪم اچڻ آهي، ٻين لاءِ قرباني ڏيڻ آهي ان جو مثال ڏيئو آهي، جيڪو پاڻ کي نقصان پهچائي ٻين کي فائدو (روشني) پهچائيندو آهي ۽ جيڪي انسان ڏيئي وانگر پاڻ کي تڪليفون ڏيئي ٻين جي ڪم اچن ٿا. اهڙن انسانن تان ڪيترائي پروانا هر وقت قربان رهن ٿا.

# ٻٽايون سُک جو ڪو سنسار (نظم) سمجهاڻيون

شعر نمبر ۱ : هڪٻئي سان هڪارت ڇا جي؟ انسانن سان نفرت ڇا جي؟

ڪينو ساڙ ڪدورت ڇا جي؟ مذهب پنهنجو پيار،

ٻٽايون سُک جو ڪو سنسار.

**حوالو:** هي بيت ٻٽايون سُک جو ڪو سنسار مان ورتل آهي، جنهن جو شاعر **عبدالڪريم گدائي** آهي.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته! هڪٻئي سان نفرت ڇو آهي، ڪينو، ساڙ ۽ غيبت ڇو آهي، اسان جو پيارو مذهب اسلام ته اسان کي پيار ۽ محبت جو درس ڏئي ٿو. تنهنڪري نفرت کي ڇڏي اچو ته دنيا ۾ سُک ۽ امن قائم ڪريون.

شعر نمبر ۲ : ذاتيون پاتيون فخر وڏايون ، رنگ نسل جون سڀ اڙدايون،

آهن جنگ فساد جو باعث، زهر سندو پرچار،

ٻٽايون سُک جو ڪو سنسار.

**سمجهاڻي:** شاعر هن بيت ۾ فرمائي ٿو ته! ذات، پات ۽ رنگ و نسل تي فخر ۽ تڪبر نه ڪرڻ گهرجي، ائين ڪرڻ غلط ۽ فضول آهي، اهي ڳالهيون جنگ ۽ فساد جو باعث ٿين ٿيون، اهي زهر کان به وڌيڪ زهر يليون ۽ تباهه ڪندڙ آهن. تنهنڪري اهي سڀ ڳالهيون ڇڏي اچو ته سُک ۽ امن جي دنيا آباد ڪريون.

شعر نمبر ۳ : جنگ جدل آهي، ڇو ڌاري انسانن جو رت آجاري،

ساڙي آهي دنيا ساري، نفرت جي پرچار،

ٻٽايون سُک جو ڪو سنسار.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته! نفرت جي ڳالهين جي ڪري دنيا ۾ جنگ ۽ جهيڙا ٿيندا آهن، جنهن ۾ بي گناهه انسانن جو خون ٿئي ٿو ۽ دنيا هن نفرت جي باهه ۾ سڙي تباهه ۽ برباد ٿي رهي آهي، ان ڪري اسان کي کپي ته دنيا مان نفرت کي ختم ڪري سُک ۽ امن قائم ڪريون.

شعر نمبر ۴ : رنگ نسل سڀ ڍونگ اجايا، پيٽ بکئي جا سانگ ٻٽايا،

گوري ۾ ڇا ڪاري ۾ ڇا، سڀ کيو آستار،

ٻٽايون سُک جو ڪو سنسار.

**سمجهاڻي** هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته! رنگ ۽ نسل جون ڳالهيون بي ڪار، بي مقصد ۽ پيٽ بکئي جا بهانا ۽ فريب جا نمونا آهن. اسان جي مذهب ۾ رنگ و نسل جي ڪا به فضيلت ڪونهي. اسان جو خُدا ۽ رسول هڪ آهي، ان ڪري اسان کي گهرجي ته رنگ ۽ نسل جي فرق کي ختم ڪري دنيا ۾ سُک، امن ۽ شانتي پيدا ڪريون

# پيارا وطن (نظم) سمجهاڻيون

شعر نمبر ۱: منهنجا وطن پيارا وطن، آڪڙين سندا تارا وطن،

اي دوست دل وارا وطن، هر جاءِ هاڪارا وطن.

**حوالو:** هي بيت نظم **پيارا وطن** مان ورتل آهي، جنهن جو شاعر سليم ڳاڙهوي ۽ سندس اصل نالو «**الهورا اريو**» مهر آهي. **سمجهاڻي**شاعر هن بيت ۾ وطن کي اکين سان ڀيٽ ڏيندي فرمائي ٿو ته! اي منهنجا پيارا وطن تون منهنجي اکين جو نُور ۽ منهنجو سچو ۽ دل وارو دوست آهين ۽ سڄي دنيا ۾ تنهنجي شهرت ۽ مشهوري آهي.

شعر نمبر ۲: تون ئي جيا پو جان جو، توسان سندم جي جون جڙيون،

توسان آڙيو من آسندم، اي سرس سونهارا وطن.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته! اي وطن تون منهنجي زندگي جو سهارو آهين ۽ توسان ئي مون پنهنجو دل لڳايو آهي. اي دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ خوبصورت ديس توسان ئي منهنجو من ڳنڍيل آهي.

شعر نمبر ۳: منڙا وطن،تنهنجي مٿان سرساهه سڀ گهوري ڇڏيان،

تنهنجو نه مٽ ڪو ديس پيو، محبوب موچارا وطن.

**سمجهاڻي:** شاعر هن بيت ۾ فرمائي رهيو آهي ته! اي منهنجا پيارا ۽ مٺا وطن تنهنجي مٿان مان پنهنجو تن من سڀ ڪجهه قربان ڪري ڇڏيان. اي منهنجا پيارا ۽ سهڻا وطن تنهنجي برابر ٻيو ڪو به ملڪ ڪونهي.

شعر نمبر ۴: سُکيو ستابو شل رهين، ڪوسو لڳي توکي نه واءُ،

ماکي ۽ مصري کان مٺا،اي جان کان پيارا وطن.

**سمجهاڻي:** شاعر هن بيت ۾ وطن کي دُعا ڪندي فرمائي ٿو ته! اي وطن تون هميشه خوشحال، سرسبز ۽ آباد رهين ۽ توتي ڪا به مصيبت ۽ مشڪل وقت نه اچي. اي وطن تون ماکي ۽ مصري کان به مٺو ۽ مون کي پنهنجي جان کان به وڌيڪ پيارو آهين.

شعر نمبر ۵: تنهنجي مٽي ۾ مشڪ ۽ تنهنجي هوائن ۾ هُڳاءُ،

مهراڻ جي هرموج جڻ امرت سندي ڌارا وطن.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر پنهنجي وطن جي مٽي ۽ هوائن جي ساراهه ڪندي فرمائي ٿو ته! اي منهنجا پياراوطن تنهنجي مٽي ۾ مشڪ ۽ تنهنجي هوائن ۾ به خوشبو آهي، مهراڻ (**سنڌو درياءِ**) جي پاڻي ۾ قدرت ايڏي ته شفاءِ رکي آهي، جڻ هي پاڻي ديس واسين لاءِ امرت (زندگي) آهي.

شعر نمبر ٦: منهنجا وطن شل شهر ۽ سڀ ڳوٺڙا تنهنجا وسن،

رحمت سندا توتي ڪڪر ڪن خوب وسڪارا وطن.

سمجهاڻي: شاعر هن بيت ۾ وطن لاءِ دُعا گهرندي فرمائي ٿو ته! اي وطن ربّ سائين شل تنهنجي سيني شهرن، ڳوٺن ۽ وسندين کي شادوآباد ۽ خوشحال رکي ۽ مٿان ربّ پاڪ جي رحمت جا ڪڪر توتي هميشه وسندا رهن.

شعر نمبر ٧: منهنجا محبت جا «سليم» آهن سوين توتي سلام،

مٺارا، موچارا وطن، او سونهن سڪ وارا وطن.

سمجهاڻي: هن شعر ۾ شاعر وطن سان مخاطب ٿيندي فرمائي ٿو ته! اي منهنجا پيارا، سهڻا ۽ منهنجي دل کي قرار ڏيڻ وارا وطن «سليم» توتي پنهنجي محبت ۽ عقيدت جا سوين سلام پيش ٿو ڪري.

# هاري (نظم) سمجهاڻيون

شعر نمبر ١: هاري پيارا، جوان سگهارا،

ملڪ مٺي جا جي جيارا.

حوالو: هي بيت نظم **هاري** سان ورتل آهي. جنهن جو شاعر **محمد رمضان لا شاري** آهي.

سمجهاڻي: هي بيت ۾ شاعر هاري جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو ته! اي پيارا ،جوان ۽ طاقتور هاري تون اسان جي پياري ۽ مٺڙي ديس جو جياپو (زندگي) آهين.

شعر نمبر ٢: مهل ملي ٿي پاڻ ملهائج،

محنت جا ڪي مينهن وسائج.

سمجهاڻي: شاعر هن بيت ۾ هاري کي صلاح ڏئي ٿو ته! اي پيارا هاري توکي وقت سليو آهي، مڙسي ڪر پاڻ کي مڃاءِ يعني خوب محنت ڪر ۽ سُٺي پيدائش ڪر.

شعر نمبر ٣: جوڳ ڀلي کي ساجهر جوڙ،

ڪيت سان نينهن نڀائج توڙ

سمجهاڻي: هن بيت ۾ شاعر هاري کي صلاح ڏيندي فرمائي ٿو ته! اي پيارا هاري تون صبح جو سوير ڏاندن جي ڀلي جوڙي کي هڏي بني ڏانهن وڃ ۽ آخر تائين يعني سني پيدائش تائين بني سان دل لڳاءِ ۽ وفا ڪر.

شعر نمبر ٣: تنهنجي محنت لائي رنگ،

ڏک وڃن ٿي سک جو سنگ.

سمجهاڻي: شاعر هن بيت ۾ هاري سان مخاطب ٿيندي فرمائي ٿو ته! اي پيارا هاري تنهنجي محنت ضرور رنگ ڏيکا ريندي ۽ ملڪ مان سڀ ڏک ۽ تڪليفون ختم ٿي وينديون، هر طرف خوشي ۽ سُک ئي سکُ ٿي پوندا.

**شعر نمبر ٥:** سلي سلي جي ڪر سنڀار،

**ڪٽي منجهان ٿين ڪيچ خرار.**

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر هاري کي صلاح ڏيندي فرمائي ٿو ته! اي پيارا هاري تون هڪ هڪ داڻي جي حفاظت ۽ سنڀار ڪر ته جيئن هڪ داڻي مان اناج جا ڍير ۽ انبار لڳي وڃن.

**شعر نمبر ٦:** بک بيماري ڪڍ پڄائي،

**تنهنجا ڳڻ زمانو ڳائي.**

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر هاري کي صلاح ڏيندي فرمائي ٿو ته ! اي پيارا هاري تون پنهنجي محنت سان ملڪ مان بُک ۽ افلاس کي ختم ڪر ته جيئن زمانو تنهنجي محنت ۽ عظمت جي تعريف ڪري.

**شعر نمبر ٧:** تنهنجي محنت ملڪ جو مان،

**شال جيئن تون هاري جوان.**

**سمجهاڻي:** شاعر هن شعر ۾ هاري کي دُعا ڏيندي فرمائي ٿو ته! اي پيارا هاري تنهنجي محنت جي ڪري دنيا ۾ ملڪ جي عزت ۽ عظمت ٿئي ٿي، اسان سڀني جي دُعا آهي ته خُدا ڪري ته تون هميشه جوان، زنده ۽ سلامت رهين.

**سوال نمبر ٨(الف): هيٺين مان ڪنهن به هڪ سبق جو تت (خلاصو) لکو:** (٥)

# حجتہ الوداع وارو خطبو

هن سبق ۾ پاڪ سڳورن ﷺ جن جي آخري حج جو ذڪر ڪيل آهي. جنهن ۾ عرفات جي ميدان ۾ پاڪ سڳورن ﷺ مسلمانن کي پنهنجي حياتي مبارڪ جو آخري خطبو ڏنو. پاڪ سڳورن ﷺ پنهنجي خطبي ۾ مسلمانن کي نصيحت ڪندي فرمايائون ته! **عورتن سان عدل و انصاف ٻانهن سان شفقت، يتيمن سان مهرباني ۽ مسڪينن جي سنڀال ڪريو. هرهڪ مسلمان ٻئي مسلمان جو ڀاءُ آهي ۽ سڀ مسلمان هڪ برادري آهن.** قرآن مجيد ۽ اهل بيت کي مضبوطي سان جهليندا ته ڪڏهن به گمراه نه ٿيندا، قرآن شريف جي دستور کي ساهه سان سانڍي رکو. هڪٻئي جي لڄ ۽ ملڪيتن جو احترام ڪريو، پنج وقت نماز پڙهو، ماهه رمضان ۾ روزا رکو، مذهب ۾ انتها پسندي کان پچندا رهو ۽ **ديني حڪمن جي اطاعت ڪريو ته الله** تعالٰي جي جنت ۾ داخل ٿي وڃو. خطبي جي پڇاڙي ۾ نبي ڪريم ﷺ تاڪيد فرمائي ته جيڪي شخص هتي موجود آهن، سي غير موجود شخص تائين هي منهنجو پيغام پهچائين.

## حضرت سلمان فارسيؓ

هن سبق ۾ حضور ﷺ جن جي ناسور صحابي حضرت سلمان فارسيؓ بابت تفصيل سان بيان ٿيل آهي. حضرت سلمان فارسيؓ اصفهان جي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو هو. اُن وقت ايران ۾ زرتشت مذهب جو زور هو. حضرت سلمان فارسيؓ ننڍپڻ کان آتشڪدي جي ايتري خدمت ڪئي جو ان ڪي خاص خادمن جي جماعت ۾ شامل ڪيو ويو. هڪ ڀيري حضرت سلمان فارسيؓ کي والد ڪنهن ڪم سان ٻني تي موڪليو، واٽ تي عيسائي عبادت ڪري رهيا هئا. حضرت سلمان فارسيؓ عيسائين جي عبادت جي طريقي کان متاثر ٿيو ۽ پاڻ عيسائي مذهب بابت انهن کان معلوم ڪيائين، انهن کيس شام ملڪ جو ڏس ڏنو جيڪو عيسائي مذهب جومرڪز هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ شام ملڪ ۾ هڪ عيسائي پادري سان مليو، جتان نصيبن کان ٿيندو هموريه ۾ هڪ بزرگ وٽ رهڻ لڳو انهي بزرگ وفات وقت کيس چيس ته توکي سڪون آخري نبي وٽ ملندو جيڪو هجرت ڪري يثرب ايندو. آخر پاڻ يثرب پهچي پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي ايمان آڻي مسلمان ٿيو. حضرت عمر فاروقؓ جي خلافت جي دور ۾ مداين جو گورنرمقرر ٿيو. هن اسلامي احڪامن جي پوري طرح پيروي ڪرڻ سان گڏ اسلامي تعليم کي عام ڪرڻ ۾ ڪوششون ورتائين . حضرت سلمان فارسيؓ ۳۷ هجري ۾ اسي (۸۰) سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

## حضرت امام جعفر صادق

هن سبق ۾ نبوي خاندان سان تعلق رکندڙ اسلام جي مفڪر عالم ۽ مشهور فقيهه **حضرت امام جعفر صادق** جي باري ۾ ٻڌايو ويو آهي **حضرت امام جعفر صادق** جو نسبي سلسلو چوٿين پيڙهي ۾ **حضرت علي ڪرم اللہ وجههُ** سان ملي ٿو، سندس ڏاڏي **حضرت امام زين العابدين** ۽ **والدامام محمد باقر** جن جي تعليم، صحبت ۽ مجلس **حضرت امام جعفر** کي ايتروته بلند ڪري ڇڏيو جو ڪيترائي فقيهه ۽ عالم فيض حاصل ڪرڻ لاءِ وٽس اچي رهندا هئا ، انهن ۾ فقهه حنفي جو باني **امام ابو حنيفهؒ**، فقه مالڪي جو باني **امام مالڪؒ** ۽ مشهور ڪيميادان **ابو موسيٰ جابر بن حيان** وغيره.

**امام جعفر** جي ديني فتوائن، فيصلن ۽ ديني سمجهاڻين اڳتي هلي باقائدي فقهه جي صورت اختيار ڪئي، جنهن کي **فقهه جعفريه** چئبو آهي. امام جعفر وڏا عابد ۽ پرهيز گار هئا، سندن دل ۾ **الله** تعاليٰ کانسواءِ ٻيو ڪنهن جو به خوف ڪونه هو. اسلام جي هن بزرگ هستي ۱۴۸ هجري جي شوال مهيني ۾ وفات ڪئي.

# قائداعظم جا ارشاد

هن سبق ۾ قائد اعظم شاگردن، سرڪاري ملازمن ۽ پاڪستاني عوام کي ڪجهه ارشاد فرمايا آهن. قائد اعظم شاگردن کي ارشاد ڪندي فرمايو آهي ته توهان مستقبل جا معمار آهيو. پنهنجي شخصيت ۾ نظم و ضبط پيدا ڪريو. مناسب تعليم ۽ تربيت حاصل ڪريو. اهڙا اعليٰ مثال قائم ڪريو جو ايندڙ نسل ۽ اوهان جا ساٿي اوهان جي پيروي ڪن.

سرڪاري ملازمن کي قائد اعظم هدايت ڪندي فرمائي ٿو ته توهان غريب ماڻهن جي بهبود لاءِ ڪم ڪريو ۽ هڪ ٻئي سان تعاون ڪريو. قائد اعظم عوام کي هدايت ڪندي فرمائي ٿو ته هر مسلمان کي ايمانداري خلوص ۽ بي غرضي سان پاڪستان جي خدمت ڪرڻ گهرجي. توهان وٽ غير محدود ذريعا آهن. توهان جي ملڪ جو بنياد پڪي چڪو آهي ۽ قدرت اوهان کي سڀ ڪجهه ڏنو آهي، ان ڪري جيترو جلدي ٿي سگهي ٿو پنهنجي ملڪ کي ناهيو.

# اتحاد، تنظيم ۽ يقين محڪم

هن سبق ۾ اتحاد تنظيم ۽ يقين محڪم تي زور ڏنو ويو آهي. ڇو ته قومن جي ترقي، ڪمال ۽ زوال جو دارو مدار اتحاد تي آهي. تاريخ شاهد آهي ته دنيا ۾ اُهي ئي قومون زنده رهي سگهيون آهن، جن ۾ اتحاد جي قوت هئي، پر جنهن قوم ۾ نفاق ۽ ڦيٽاڙو هو، اُها نيست ۽ نابود ٿي وئي. اسلام ۾ به اتحاد کي خاص اهميت ڏنل آهي، قرآن شريف ۾ ارشاد آهي ته ! الله جي رسي کي مضبوطي سان پڪڙيو ۽ ٽولا ٽولا نه ٿيو.

قومن جي ترقي ۽ بهبودي لاءِ تنظيم ضروري آهي، جنهن قوم ۾ تنظيم نه آهي، اُها ڪاميابي جي بجاءِ شڪست جو منهن ڏسندي. قومن جي سر بلندي لاءِ يقين محڪم جي به ضرورت هوندي آهي. دنيا جا نامور اڳواڻ ۽ سپه سالار جن پنهنجي قومن کي عزت ۽ عظمت جو مقام ڏيکاريو آهي، انهن عظيم انسانن پنهنجي يقين محڪم سان قومن ۾ اتحاد آڻي، ڪين تنظيم جي قوت سان طاقتور بڻائي، دنيا ۾ سُرخرو ۽ سرفراز بڻايو.

# مولانا دين محمد وفائي رح

هن سبق ۾ سنڌ جي عالم، بزرگ ۽ محب وطن مولانا دين محمد وفائي جو ذڪر ڪيل آهي. مولانا دين محمد وفائي هڪ وڏو اديب ۽ دين جو وڏو ڄاڻو هو. مولانا صاحب ابتدائي تعليم پنهنجي والد صاحب کان حاصل ڪئي. پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ رهيل تعليم پنهنجي عزيز ميان جي محمد عالم وٽ رهي پوري ڪيائين، تعليم ختم ڪري «**سنڌ مدرسته الاسلام**» ڪراچي ستاد مقرر ٿيو. مولانا صاحب خلافت تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن به هو. مولانا دين وفائي «**جمعيت العلماء**» سنڌ جو ناظم مقرر ٿيو

سال ۱۹۲۰ع ۾ مولانا دين محمد وفائي «الوحيد» اخبار ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي ڪم ڪرڻ لڳو، سال ۱۹۲۳ع ۾ رسالو «توحيد» جاري ڪيائين. سال ۱۹۳۶ع ۾ سنڌ آزاد نمبر شايع ڪرڻ ۾ به خاص دلچسپي ورتي. الوحيد اخبار ۽ توحيد رسالي جو هر هڪ پرچو سنڌس قومي خدمت خواهه ادبي حيثيت جو بهترين مثال آهي. مولانا وفائي ٽيهارو ڪتاب به لکيا آهن. جن کي هڪ خاص درجو حاصل آهي. اسلام جو هي خادم، عالم ۽ اديب سال ۱۹۵۰ع ۾ رحلت ڪري پنهنجي حقيقي مالڪ سان وڃي مليو.

## مائي خيري

هن سبق ۾ سنڌ جي حاڪم مير صوبدار خان شهيد جي راڻي بيبي خيرالنساء جي خير جي ڪمن جي باري ۾ ٻڌايو ويو آهي. مصنف ٻڌائي رهيو آهي ته بيبي صاحبه ايترا ته خير جا ڪم ڪيا جو ان کي ماڻهو ڪيس سڏيندائي «مائي خيري» هئا. مائي خيري کي خيرات ڪرڻ ۾ ڏاڍي خوشي محسوس ٿيندي هئي. ڪيترين ئي ٻيڙين ۽ بيوه عورتن لاءِ ماهوار وظيفا مقرر ڪري ڇڏيا هئائين. ڪنهن به سوالي کي ڪڏهن به خالي نه موٽايائين حڪومت ۽ دولت هوندي به پاڻ سادگي کي پسند ڪندي هئي. سنڌس خير جا دروازا هر وقت مسڪينن لاءِ کليل رهندا هئا. جدا جدا ڳوٺن ۽ شهرن ۾ هن ڪيترائي کوهه کوٽايا ۽ مسجدون تعمير ڪرايون.

ان کان علاوه حيدرآباد ۾ جوڙايل «قبائين مسجد» سنڌس يادگار طور موجود آهي، هن مسجد سان گڏ هڪ ديني مدرسو به قائم ڪيو، جنهن جو سڄو خرچ پاڻ پرينڊي هئي. ان کان سواءِ قرضدارن جا قرض ادا ڪرڻ، غريبن جي شادي مُرادي مهل مدد ڪرڻ، لاوارثن جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪرڻ ۽ اهڙن ٻين ڀلي جي ڪمن جو سنڌس خاص خيال هوندو هئس. هي نيڪو ڪار بيبي ۱۲۷۲ھ ۾ وفات ڪري وئي، کيس هالا جي پر سان خُدا آباد ۾ دفنايو ويو.

## هنر دولت آهي

هن سبق ۾ هنر دولت آهي جي اهميت بيان ڪئي وئي آهي. هن سبق ۾ مصنف هڪ بيوه عورت جو قصو بيان ڪندي لکيو اٿس ته هڪ بيوه عورت کي خيال آيو ته هُو پنهنجي پٽ کي ڪو هنر سيکاري. اهو سوچي هو پنهنجي پٽ کي وٺي شهر آئي، شهر ۾ هن هڪ وادي کي ڏٺو، وادي جو هنر مائي کي ڏاڍو پسند آيو. پوڙهي مائي وادي کي چيو ته «پلاڻي ڪري منهنجي پٽ کي هنر سيکار» وادي مائي کي چيو ته «آءُ رات جو ڇوڪري کي ڪوٺي ۾ بند ۾ ڪندس، جيڪڏهن ڇوڪرو صبح تائين جيئرو رهندو ته پوءِ آءُ کيس پنهنجو شاگرد ڪندس» وادي ڇوڪري کي ڪوٺي ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ صبح جو ڇوڪرو جيئرو ڏٺائين ۽ پنهنجو سمورو هنر ڇوڪري کي سيکاري کيس موڪل ڏنائين.

ڇوڪرو هلندو هلندو هڪ رڻ ۾ پهتو، اُتي اُن جي هڏن مان ڄانور ناهي هڙ ۾ ٻڌي هڪ بادشاهي ۾ پهتو، اُتي جي شهزادي اعلان ڪرايو هو ته! جنهن جو هنر اُن کي پسند ايندو هُو انهي سان شادي ڪندي آخر ڇوڪري جو هنر شهزادي کي پسند آيو ۽ ٻنهي جي ڌام ڌوم سان شادي ٿي. تڏهن ته سياڻن چيو آهي ! هنر دولت آهي.

# بين الاقوامي عدالت

هن سبق ۾ **بين الاقوامي عدالت** جي فيصلن جي باري ۾ ٻڌايو ويو آهي. هن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ٻن ملڪن يا ملڪن جي جماعتن جا تڪرار جنگ يا امن ذريعي نبيريا ويندا آهن. جنگ ۾ جان ۽ مال جو تمام گهڻو نقصان ٿيندو آهي ۽ فيصلو به انصاف جي بنياد تي نه پر طاقت جي بنياد تي ٿيندو آهي. تنهنڪري ملڪن جا پاڻ ۾ تڪرار نبيرڻ لاءِ هڪ عالمي عدالت قائم ڪئي وئي آهي، جنهن کي **بين الاقوامي عدالت** سڏجي ٿو.

**بين الاقوامي عدالت** ۾ پندرهن جج هوندا آهن. جنهن کي گڏيل ملڪن جي جنرل اسيمبلي ۽ سلامتي ڪائونسل نون ورهين جي مُدي لاءِ چونڊيندي آهي. انهي جا جج پاڻ منجهان ٻن ڄڻن کي عدالت جو صدر ۽ نائب صدر ڪري چو نڊيندا آهن. هن عدالت جو صدر مقام هالينڊ جي شهر هيگ ۾ آهي. هي ڪورٽ گڏيل قومن واري اداري جي فقط انهن ميمبر ملڪن جا ڪيس ٻڌندي آهي، جيڪي هن جي دستور کي قبول ڪن ٿا. ڪورٽن جي فيصلن جي پوئواري نه ٿئي ته هنن جو هجڻ نه هجڻ برابر آهن. ان ڪري هر هڪ ملڪ جي اخلاقي ذميواري آهي ته هُو **بين الاقوامي عدالت** جي فيصلن سان ٻڌل رهن.

# اجرڪ

هن سبق ۾ سنڌي اُوچڻ اجرڪ جي تعريف ڪئي وئي آهي. مصنف لکي ٿو ته اجرڪ سنڌ جي ثقافت جي سڃاڻ ۽ سوکڙي آهي. آثارن مان معلوم ٿئي ٿو سنڌ ۾ اجرڪ جي تياري ۽ استعمال قديم زماني کان هلندو اچي، عربن اجرڪ کي «**ارزق**» جي نالي سان سڏيو آهي. اهيو به چيو ويندو آهي ته حضرت محمد ﷺ جيڪا چادر اوڍيندا هئا اُها اجرڪ هئي. اجرڪ جي تياري ۽ ڇپائي سنڌ جو خاص هنر آهي ،اجرڪ چوڏهن مرحلن مان گذري مڪمل ٿئي ٿي ۽ هن ۾ سورهن مصالحا استعمال ٿين ٿا،ڊيزائين ۽ رنگ جي لحاظ کان اجرڪ جا قسم ڏهن کان به مٿي آهن. اجرڪ جا چار رنگ ٿيندا آهن.

اجرڪ هر موسم ۾ پهري سگهجي ٿي اُها اونهاري ۾ ٿڌي ۽ سياري ۾ گرم محسوس ٿيندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن ۾ مهمان کي مان ڏيڻو هوندو آهي ته اُنهي کي اجرڪ اُوڍائي ويندي آهي. اجرڪ نه رڳو سنڌ ۽ پاڪستان ۾ مقبول آهي پر ان جي مقبوليت ولايت ۾ به پهچي چڪي آهي. ولايت جي دوستن کي ڏيڻ لاءِ اجرڪ کان وڌيڪ بهتر ٻي ڪا به سوکڙي نه آهي.

# ميرن جي درٻار

هن سبق ۾ ميرن جي دور حڪومت جي صفائي ۽ سٿرائي جي تعريف ڪئي وئي آهي. هن سبق ۾ هڪ انگريز عملدار ڊاڪٽر جيمس برنس پنهنجي سفر نامي ۾ لکي ٿو ته مان تاريخ ۲۰ نومبر تي حيدرآباد پهچي قلعي ۾ پهتس «قلعي ۾ گوڙ ڪونه هو سانت لڳي پئي هئي. ڪمري ۾ اُڇا ۽ اعليٰ ايراني غاليچا وڇايا پيا هئا. گادي تي پٽ ۽ زري جو ڪم ٿيل هو ۽ اُن جي چئني ڪنڊن تي سونا ڇاپا ٻڌل هئا. گادي جي هيٺيان سوسني مخمل جو گول وهاڻو پيل هو. مير مُراد علي خان ۽ مير ڪرم علي خان جن تي حڪومت جي پڳ هئي اُهي گادي تي چڙهيا ويٺا هئا. سڀني ميرن جي پٺيان خدمتگار چڱيون پوشاڪون پهريو بيٺا هئا. هر جاءِ صفائي ۽ سٿرائي ۾ بيمثال هئي.

مٿيون بيان ڏيکاري ٿو ته سنڌ جا حاڪم ڪيڏا نه سٺڙيل، نيڪ خصلت، صفائي سٿرائي وارا ۽ مهمان نواز هئا جو يورپي عملدار ۽ ڏاريا ماڻهو به تعريف ڪندي نٿا ٿڪجن.

# ڪينجهر ڍنڍ

هن سبق ۾ سنڌ جي قديم ۽ تاريخي ڍنڍ **ڪينجهر** جو ذڪر ڪيل آهي. **ڪينجهر لفظ** جي معنيٰ آهي گهاٽائي. سنڌي ۾ اصطلاح آهي ته **ڪينجهر** لڳڻ يعنيٰ سرسبز ٿيڻ آباد ٿيڻ. هڪ مڪاني روايت آهي ته **ڪينجهر** هڪ مهاڻو هو، ان ڪري هن ڍنڍ تي ڪينجهر نالو پيو.

**ڪينجهر** هڪ پراڻي ۽ تاريخي ڍنڍ آهي. سنڌ جي مشهور رومانوي داستان **نوري جام تماچي** جو تعلق به هن ڍنڍ سان آهي. حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ **سُر ڪاموڏ** ۾ **ڪينجهر ڍنڍ** جو ذڪر ڪيو آهي. **ڪينجهر ڍنڍ** کي معاشي، ثقافتي ۽ سماجي سطح تي وڏي اهميت حاصل آهي.

ڪينجهر ڍنڍ هڪ بهترين تفريح گاهه آهي. ٻيڙين تي سير ڪرڻ، مڇين جي شڪار جو وندر هت گهڻو آهي. **ڪينجهر ڍنڍ** جي ويجهو جهمپير ۽ امير پير جون درگاهون آهن ۽ سنڌ جي راڻي **نوري** ۽ سندس مُرشد **هوندڙي شاهه** جي مزار **ڪينجهر ڍنڍ** جي وچ ۾ هڪ ٽڪري تي ٺهيل آهي.

# سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

هن سبق ۾ سنڌي علم و ادب جي تاريخ متعلق لکندي مصنف چئي ٿو ته سنڌي زبان تمام قديم زبان آهي ۽ قرآن شريف جو ترجمو سنڌي زبان ۾ عربن جي دور ۾ ڪيو ويو. **عربن کان پوءِ سومرن** جو دور شروع ٿيو، هن دور ۾ سنڌي شاعري اوج تي هئي. هن دور ۾ روحانيت ۽ اخلاقيات جا سبق شاعري ذريعي ڏنا ويندا هئا، ان کان علاوه مشهور رومانوي داستان **سسئي پنهون، عمر مارئي** ۽سنڌ جي**سورمن جي سورهيائي** تي بيت چيا ويندا هئا. **سومرن کان پوءِ سمن** جو دور شروع ٿيو، هن دور جو عظيم شاعر **قاضي قاضن** هو. **سمن کان پوءِ ارغونن، ترخانن ۽ مغلن** سنڌ تي حڪومت ڪئي، هن دور جو عظيم شاعر **شاه عبداللڪريم بلڙي وارو** هو. سن ۱۷۰۰ع ۾ ٺٽي جي عالم **مخدوم ابوالحسن** سنڌي رسم الخط کي باقائدي صورت ڏني ۽ **"مقدمة الصلواة"** ڪتاب نظم ۾ لکي.

**سن ۱۷۰۷ع** ۾ ڪلهوڙن جو دور شروع ٿيو، ڪلهوڙن جي دور کي سنڌي علم وادب جو سونهري دور چيو وڃي ٿو ڇو ته هن دور ۾ اسان کي سنڌي زبان جو عظيم ترين شاعر ۽ صوفي بزرگ **حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائيؒ** مليو. **ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپرن** جو سن ۱۷۸۲ع کان شروع ٿئي ٿو، **هن دور جو عظيم شاعر سچل سرمست** ۽ سيد ثابت علي شاه جنهن سنڌي زبان ۾ **مرثيي** جو رواج وڌو. **سن ۱۸۴۳ع** ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي ۽ هن دور ۾ موجوده الف - ب ٺهي. هن دور جو عظيم شاعر قادر بخش بيدل آهي.

## رڌپچاءُ

هن سبق ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ڇوڪرين کي ٻين هنرن سيکارڻ سان گڏ کين رڌ پچاءُ به سيکاريو وڃي. سُني رڌپچاءُ ڪرڻ واري سُني ڇوڪري اُها آهي، جنهن ۾ هي ٽي خاصيتون هجن **صفائي، سنڀال ۽ وقت جي پابندي.**

رڌڻو هميشه صاف سٿرو هجي، رڌ پچاءُ ۽ کاڌي پيتي جي ٿانون کي چارسان ملي صاف ڪجي. کاڌي کائڻ کان پوءِ يڪدم اُهي ٿانو ڌوئڻ گهرجن، ائين ڪرڻ سان ٿانون جي قلعي ۽ چمڪ هر وقت قائم رهي ٿي. سني رڌ پچاءُ لاءِ وقت جي پابندي به ضروري آهي، کاڌو هميشه وقت تي تيار ڪرڻ گهرجي. کاڌو جيترو گهرجي اوترو ئي رڌي اڳيان رکجي، کاڌي ۾ لوڻ، مرچ ۽ گيهه جو به پورو اندازو هجڻ گهرجي.

## ٻہ ته ٻارهن

هن سبق ۾ مصنف اتحاد ۽ اتفاق جي باري ۾ ٻن دوستن جو مثال ڏيئي سمجهائي ٿو ته!

ارشد ۽ سليم ٻالڻ ۾ دوست ۽ هم ڪلاسي ٻه هئا. ارشد وڏو امتحان پاس ڪري وڏي عهدي تي وڃي پهتو ۽ سليم پنهنجي خراب گهرو حالتن جي ڪري وڌيڪ پڙهي نه سگهيو. ارشد جتي به ويندو هو، اُتان پنهنجي ننڍپڻ جي دوست کي باقائدي خط لکندو هو، البته سليم و ٽان خط اچڻ گهٽجي ويا.

ارشد جي بدلي پنهنجي ئي ضلعي ۾ ٿي، ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هُو پنهنجي ڳوٺ ۾ آيو ۽ سڌوئي سليم جي ٻنين تي پهتو، اُتي ويراني کان سواءِ ڪجهه به نه هو، ڳوٺ جي بازار به بند هئي. ارشدجڏهن سليم جي گهر پهتو ته سليم ارشد کي ڳوٺ جي بربادي جو احوال ٻڌايو، ارشد کي ڏاڍو ڏک ٿيو ته **ڏاڙيلن** ڳوٺ جو سُک، امن ۽ خوشيون ختم ڪري ڇڏيون هيون، ڳوٺاڻا **ڏاڙيلن** جي رحم ڪرم تي هئا. ارشد دل ۾ پنهنجي ڳوٺ کي مڪمل تباهي ۽ بربادي کان بچائڻ لاءِ فيصلو ڪيو ۽ سليم به ساٿ ڏيڻ جو وعدو ڪيو. ارشد ۽ سليم ڳوٺاڻن جي ٻڌي ۽ ايڪي سان ۽ انتظاميا جي مدد سان پنهنجي ڳوٺ مان **ڏاڙيلن** جو خاتمو آندو.

اهڙي طرح ارشد ۽ سليم هڪٻئي جي مدد ۽ سهڪار سان پنهنجي ڳوٺ ۾ سُک، امن ۽ خوشيون واپس آنديون.

## نصر پور

هن سبق ۾ سنڌ جي پراڻي ۽ تاريخي شهر **نصرپور** متعلق لکيو ويو آهي هي شهر سنڌ جي جهونن،تاريخي ۽ هنري شهرن مان هڪ آهي. هي شهر حيدرآبادضلعي ۾ ٽنڊوالهيار کان ڇهه (٦) ميلن جي مفاصلي تي آهي.

تاريخدانن جي راءِ مطابق هي شهر **نصير مهاڻي** ٻڌايو هو. نصرپور **سنڌو درياءَ** جي ڪناري هئڻ ڪري ساوڪ ۽ شادابي جي ڪري مشهور هو. هتي جي ڪاريگر ۽ هنرمند ماڻهن جي ٺاهيل شين جي ٻاهرين ملڪن ۾ ڏاڍي هاڪ هئي. هتي جا ڪيس، گريبون، سوسيون ۽ اجرڪ ڏيهه پرڏيهه مشهور هئا.

ڪلهوڙن جي دور ۾ نصرپور ڏاڍو سکيو ستابو شهر هو. نصرپور ۾ ڪيترائي عالم، بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريا آهن، انهن ۾ سنڌ جو **ڏاهو وتايو فقير، شاهه عنايت رضوي ۽ مصري شاهه** جا نالا قابل ذڪر آهن.

نصرپور جا قديم آثار ختم ٿيڪا آهن. باقي قرارخان جي جوڙايل قرارڪي مسجد اڃا باقي آهي، اڄ به نصرپور جي کيسن ۽ کاڌي جي ڪپڙي جو وڏو مان آهي. نصرپور جا **کيرپُڙا** به مشهور آهن.

سوال نمبر ۸(ب) هيٺين ستن (پيراگراف) جو اردو ۾ ترجمو ڪريو: (۳)

# حجته الوداع وارو خطبو

پيراگراف عورتن جي معاملي ۾ خُدا وند تعالٰي کان ڊڄندا رهو، عورتن تي اوهان جاءِ هنن جا اوهان تي حق آهن. اوهان جون جانيون ۽ اوهان جا مال هڪٻئي تي اهڙي طرح حرام ڪيا ويا، جهڙي طرح اڄوڪي ڏينهن هن شهر ۾ خون خرابي حرام ٿيل آهي.

ترجمہ: عورتوں کے معاملے میں اللہ تعالی سے ڈرتے رہو، عورتوں پر آپ کے اور ان کے آپ پر حق ہیں، آپ کی جانیں اور آپ کا مال ایک دوسرے پر اس طرح حرام کیا گیا ہے جس طرح آج کے دن اس شہر میں خون خرابہ حرام کیا گیا ہے۔

# حضرت سلمان فارسي

پيراگراف ايران ۾ اُن وقت زرتشت مذهب جو زور هو، جنهن ۾ باهه جي پوڄا ڪئي ويندي هئي، حضرت سلمان فارسيؓ ننڍي هوندي کان ئي آتشڪدي جي ايتري خدمت ڪئي جو ڪيس ان جي خاص خادمن ۾ شامل ڪيو ويو.

ترجمہ: ایران میں اس وقت زرتشت مذہب کا زور تھا، جس میں آگ کی پوجا کی جاتی تھی، حضرت سلمان فارسیؓ بچپن ہی سے آتش کدہ کی اتنی خدمت کی جوان کے خاص خادموں میں شامل کیا گیا۔

# قائد اعظم جا ارشاد

پيراگراف توهان مستقبل جا معمار آهيو، ان لاءِ جيڪو ڏکيو ڪم اوهان جي سرتي بيٺو آهي ان کي منهن ڏيڻ لاءِ پنهنجي شخصيت ۾ نظم وضبط پيدا ڪريو ۽ مناسب تعليم ۽ سورون تربيت حاصل ڪريو.

ترجمہ: آپ مستقبل کے معمار ہیں اس لئے جو مشکل کام آپ کے سامنے کھڑا ہے اس کا سامنا کرنے کیلئے اپنی شخصیت میں نظم و ضبط پیدا کریں اور مناسب تعلیم اور اچھی تربیت حاصل کریں۔

# اتحاد، تنظيم ۽ يقين محڪم

پيراگراف قومن جي ترقي ۽ تنزل ڪمال ۽ زوال جو دارو مدار اتحاد تي آهي. اتحاد اُهو روح آهي جيڪو قومن کي حياتي ۽ تازگي بخشي ٿو، تاريخ شاهد آهي ته دنيا ۾ اُهي قومن زنده رهي سگهيون آهن، جن ۾ اتحاد جي قوت هئي، پر جنهن قوم ۾ نفاق ۽ ڦيتاڙو هو، اُها نسيت و نابود ٿي وئي.

ترجمہ: قوموں کی ترقی اور تنزل کمال اور زوال کا دارومدار اتحاد پر ہے، اتحاد وہ روح ہے جو قوموں کو زندگی اور تازگی بخشتا ہے، تاریخ گواہ ہے کہ دنیا میں وہی قومیں زندہ رہ سکی ہیں جن میں اتحاد کی قوت تھی، لیکن جن قوموں میں نفاق اور لڑنا جھگڑنا تھا وہ نسیت ونابود ہوگئیں۔

# مولانا دين محمدوفائي

پيراگراف سنڌ جي سرزمين پنهنجي تاريخ جي مختلف دورن ۾ ڪيترن ئي بزرگ، محب وطن ۽ انسان دوست شخصيتن کي جنم ڏنو آهي. انهن باڪمال هستين جي پُرخلوص ۽ بي انتها ڪوشش سبب سنڌ جو نالو هميشه روشن رهندو آيو آهي.

ترجمہ: سندھ کی سرزمین اپنی تاریخ کے مختلف ادوار میں کتنے ہی بزرگ، محبِ وطن اور انسان دوست شخصیات کو پیدا کیا ہے۔ ان باکمال ہستیوں کی پر خلوص اور بے انتہا کوششوں کی وجہ سے سندھ کا نام ہمیشہ روشن رہتا آیا ہے۔

# مائي خيري

پيراگراف سنڌ جي مسلمانن ۾ ڪي عورتن اهڙيون به ٿي گذريون آهن، جي خير جي ڪمن ۾ مردن کان به گوءِ کٽي ويون آهن. مائي خيري به انهن سخي ۽ درياءِ دل عورتن مان هڪ هئي.

ترجمہ: سندھ کے مسلمانوں میں کچھ عورتیں ایسی بھی ہوکر گذری ہیں، جو خیر کے کاموں میں مردوں سے بھی بازی لے گئی ہیں، مائی خیری بھی انھی سخی اور دریاء دل عورتوں میں سے ایک تھی۔

پيراگراف دنيا جي شان ۽ شوڪت، دولت ۽ عزت کي بقاءُ ڪونهي. مرڻ وقت ڪوبه پاڻ سان اهي کڻي ڪونه ويندو تنهنڪري هر هڪ سرندي واري کي گهرجي ته حياتي ۾ اهو ڪم ڪري جو مرڻ بعد سندس نيڪ نامي ٿئي.

ترجمہ: دنیا کی شان اور شوکت، دولت اور عزت کو بقاء نہیں ہے، مرتے وقت کوئی بھی اسے اپنے ساتھ لے کر نہیں جائے گا، اس لئے ہر ایک صاحب حیثیت کو چاہیئے کہ وہ زندگی میں ایسے کام کرے جو مرنے کے بعد بھی اس کی نیک نامی ہو۔

# هنر دولت آهي

پيراگراف هڪڙي ڳوٺ ۾ هڪ بيوه رهندي هئي، ڪيس هڪڙو پٽ هو. هن سوچيو ته پنهنجي پٽ کي ڪو نه هنر سيکارجي، اهوسوچي هُو پنهنجي پٽ کي وٺي شهر آئي. شهر ۾ هڪ واڍي کي ڏٺائين، جنهن واهولي سان ڪاٺ جا ڇوڏا پئي لاٿا.

ترجمہ: ایک گاؤں میں ایک بیوہ رہتی تھی، اس کا ایک بیٹا تھا، اس نے سوچا کہ اپنے بیٹے کو کوئی ہنر سکھایا جائے، یہ سوچ کر وہ اپنے بیٹے کو لے کر شہر آئی شہر میں اس نے ایک بڑھئی کو دیکھا جو بسولے سے لکڑی کے چھلکے اتار رہا تھا۔

# خط

پيراگراف پيارا دوست خط طويل ٿيندو وڃي . ڳالهيون تہ اڃا گهڻيون آهن . ها ! پير جي ڳوٺ نيرن تي چانورن جي ماني، مکڻ،ماکي ۽ لسي مون کان اڃانہ وسري آهي .

ترجمہ: پیارے دوست خط طویل ہوتا جارہا ہے باتیں تو ابھی بھی بہت باقی ہیں، ہاں پیر کے گاؤں ناشتہ میں چاول کی روٹی، مکھن، شہد اور لسی میں ابھی تک نہیں بھول پایا۔

# بين الاقوامي عدالت

پيراگراف جڏهن ٻن ماڻهن يا جماعتن جي وچ ۾ ڪنهن ڳالهہ تان تڪرار ٿي پوندو آهي. تڏهن انهن جي آڏو انهي تڪرار جي نبيري جا ٻہ رستا هوندا آهن. هڪڙو ڏاڍ ۽ ويڙهہ جو ٻيو انصاف ۽ صلح جو.

ترجمہ: جب دو آدمیوں یا جماعتوں کے درمیان کسی بات پر جھگڑا ہوا جاتا ہے، تب ان کے سامنے اسی جھگڑے کے حل کے دوراستے ہوتے ہیں، ایک طاقت اور لڑائی کا دوسرا انصاف اور صلح کا۔

# اجرڪ

پيراگراف عربن اجرڪ کي «ازرق» جي نالي سان سڏيو آهي. ازرق جي معني آهي نيرو رنگ. اجرڪ جي تر ۾ نيرو رنگ زيادهہ استعمال ٿيندو آهي. اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ ٻنهي جهانن جا سردار حضرت محمد ﷺ جن جيڪا چادر اوڍيندا هئا، اُها اجرڪ هئي.

ترجمہ: عربوں نے اجرک کو ازرق کے نام سے بلایا ہے، ازرق کی معنی ہے نیلا رنگ، اجرک کی زمین (نچلے حصے) میں نیلا رنگ زیادہ استعمال ہوتا ہے، یہ بھی کہا جاتا ہے کہ دونوں جہانوں کے سردار حضرت محمد ﷺ جو چادر اوڑھتے تھے وہ اجرک تھی۔

# ميرن جي دربار

پيراگراف سنڌ ۾ جڏهن ميرن جي حڪومت هئي، تڏهن مير مُراد علي خان جي علاج لاءِ سن ١٨٢٧ع ۾ ميرن ڪڇ مان هڪ انگريز عملدار ڊاڪٽر جيمس برنس کي گهرايو هو. هن پنهنجي سفر نامي ۾ ميرن جي دربار جي سونهن ۽ نزاڪت جي تعريف ڪئي آهي.

ترجمہ: سندھ میں جب میروں کی حکومت تھی تب میر مراد علی خان کے علاج کے لئے سن ۱۸۲۷ع میں میروں نے کچھ میں سے ایک انگریز علمدار ڈاکٹر جیمس برنس کو بلوایا تھا۔ اس نے اپنے سفر نامے میں میروں کی دربار کی خوبصورتی اور نزاکت کی تعریف کی ہے۔

پيراگراف قلعي ۾ گوڙ ڪو نه هو سانت لڳي پئي هئي. اجا سنهڙيون گهٽيون لتاڙي رهيو هئس، ته يڪدم هڪ وڏو اڱڻ اڳيان آيو، جتي ڪيترائي سنڌي ماڻهو خوش پوشاڪ ويٺا هئا. ڀتين تي ڪمانگري چٽ هئا. پٽ تي قسمين قسمين غاليچا ۽ فرش فروش وڇايا پيا هئا.

ترجمہ: قلعے میں شور نہیں تھا، خاموشی چھائی ہوئی تھی، ابھی تنگ گلیوں سے گزر رہا تھا کہ ایک دم ایک بڑا صحن سامنے آیا، جہاں پر کتنے ہی سندھی لوگ خوش لباس بیٹھے تھے، دیواروں پر نقوش تھے، زمین پر قسم قسم کے قالین اور فرش فروش بچھائے ہوئے تھے۔

## ڪينجهر ڍنڍ

پيراگراف ڪينجهر هڪ پراڻي ۽ تاريخي ڍنڍ آهي. سنڌ جي رومانوي داستان **نوري ڄام تماچي** جو تعلق به هن ڍنڍ سان آهي. حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ به انهي داستان جي حوالي سان سُرڪاموڏ ۾ ڪينجهرڍنڍ جو ذڪر ڪيو آهي.

ترجمہ: کینجھر ایک پرانی اور تاریخی جھیل ہے۔ سندھ کی رومانوی داستان نوری جام تماچی کا تعلق بھی اس جھیل سے ہے۔ حضرت شاہ عبداللطیف بھٹائیؒ نے بھی اسی داستان کے حوالے سے سرکاموڈ میں کینجھر جھیل کا ذکر کیا ہے۔

## سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

پيراگراف سنڌي زبان تمام قديم زبان آهي. آثارن ۽ اهڃاڻن مان معلوم ٿئي ٿو ته آڳاٽي زماني کان ئي سنڌي زبان ۾ علم ادب موجود هو. عربن جي ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو ته عربن جي حڪومت جي دور ۾ قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ٿيو هو.

ترجمہ: سندھی زبان بہت قدیم زبان ہے۔ آثارات اور علامات سے معلوم ہوتا ہے کہ قدیم زمانے سے ہی سندھی زبان میں علم و ادب تھا۔ عربوں کی کتابوں سے معلوم ہوتا ہے کہ عربوں کی حکومت کے دور میں قرآن شریف کا سندھی زبان میں ترجمہ ہوا تھا۔

## رَڌپچاءُ

پيراگراف رڌڻو هميشه ٻهاريل اڇو اُجرو هجي. تنهن کان پوءِ اهو به ڌيان رکجي ته رڌڻي کي مهيني ٻن کان پوءِ ليپو ضرور ڏجي. رڌپچاءُ ۽ کاڌي پيتي جي ٿانون کي ڇارسان ملي صاف ڪجي.

ترجمہ: باورچی خانہ ہمیشہ جھاڑ ودیا ہوا، صاف ستھرا ہو۔ اس کے بعد یہ بھی دھیان رکھنا چاہیئے کہ باورچی خانہ کو مہینے دو کے بعد لیپ (سفیدی) ضرور دیں۔ کھانا پکانا اور کھانے پینے کے برتنوں کو راکھ سے مل کر صاف کریں۔

# ٻہ ته ٻارهن

پيراگراف ارشد ۽ سليم پاڻ ۾ دوست هئا. هُو پاڙيسري ۽ هم ڪلاسي ٻہ هئا. اسڪول ٻہ گڏجي ويندا هئا ۽ ساڳي بئنچ ويهندا هئا. راند ٻہ گڏجي ڪيڏندا هئا، تہ اسڪول کان مليل گهر جو ڪم ٻہ گڏجي ڪندا هئا.

ترجمہ: ارشد اور سلیم آپس میں دوست تھے۔ وہ پڑوسی اور ہم جماعت بھی تھے۔ اسکول بھی ساتھ جاتے تھے اور ایک ہی بینچ پر بیٹھتے تھے۔ کھیل بھی ساتھ کھیلتے تھے اور اسکول سے ملا ہوا گھر کا کام بھی مل کر کرتے تھے۔

# نصر پور

پيراگراف نصر پور سنڌو درياءَ جي ڪناري آباد هو، ان ڪري انهي جي زمين ڏاڍي آباد ۽ زرخيز هئي. هي شهر نہ رڳو ساوڪ ۽ شادابي جي ڪري مشهور هو، پر هن ڪاريگر ۽ هنر مند ماڻهو بہ گهڻا رهندا هئا.

ترجمہ: نصر پور دریائے سندھ کے کنارے آباد تھا۔ اس لئے اس کی زمین بہت آباد اور زرخیز تھی۔ یہ شہر نہ صرف ہریالی اور شادابی کی وجہ سے مشہور تھا۔ بلکہ اس میں کاریگر اور ہنر مند لوگ بھی زیادہ رہتے تھے۔

پيراگراف ٢ نصر پور ۾ ڪيترائي عالم، بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريا آهن. سنڌ جو ڏاهو وتايو فقير بہ هن شهر جو هو جنهن جا گفتا اڄ بہ ماڻهو حوالي طور ٻڌائيندا آهن. شاهہ عنايت رضوي ڪلاسيڪل شاعري جو هڪ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. اُهو بہ هن شهر جو هو.

ترجمہ: نصر پور میں کتنے ہی عالم بزرگ اور شاعر ہو کر گزرے ہیں۔ سندھ کے مشہور عقلمند وفقیر بھی اس شہر کے تھے۔ جس کے اقوال آج بھی لوگ حوالے کے طور پر سناتے ہیں۔ شاہ عنایت رضوی کلاسیکل شاعری کے ایک بڑے شاعر ہو کر گزرے ہیں، وہ بھی اس شہر کے تھے۔

# جهڙو راڄ تهڙو ڀاڳ

پيراگراف هڪڙي بادشاهہ خواب لڌو تہ سندس سمهڻ واري ڪوٺي ۾ هڪ لومڙي پئي ڦٿڪي. صبح جو بادشاهہ سڀني اميرن، وزيرن ۽ نجومين کي خواب ٻڌايو پر انهن مان ڪو بہ ان جو تعبير نہ ٻڌائي سگهو.

ترجمہ: ایک بادشاہ نے خواب دیکھا کہ اس کی آرام گاہ میں ایک لومڑی تڑپ رہی تھی۔ صبح کو بادشاہ نے اپنے تمام امیروں، وزیروں اور نجومیوں کو خواب سنایا۔ لیکن ان میں سے کوئی بھی اس کی تعبیر نہ بتا سکا۔